سنڌي بلوچ پشتون فرنٽ جي اڳواڻ

# عطاءالله مينگل

جو انٽرويو



ارشاد احمد حقاني

سنڌيڪار

زاهد جهانگير راهوجو

بلوچ قوم پرست ۽ سنڌي بلوچ پشتون
فرنٽ جي اڳواڻ

# سردار عطاءالله مينگل

## جو اهم انٽرويو

ارشاد احمد حقاني

---

زاهد جهانگير راهوجو

اجرڪ اشاعت گهر سنڌيونيورسٽي

ڪتاب :- عطاءالله مينگل جو انٽرويو.
ڳرتل :- ارشاد احمد حقاني
سنڌيڪار:- زاهد جهانگير راهوجو
تعارف :- منصور قادر جوڻيجو
ڇپائيندڙ :- ”اجرڪ اشاعت گهر“ يونيورسٽي
سال :- ١٩٨٥ع
تعداد :- ١٠٠٠ (هڪ هزار)

**قيمت:- ڏهه روپيه**

Book : Interview: Sardar Attaullah Mengal
By : Irshad Ahmed Haqani
Trans : Zahid Jehangir Rahujo
Intr : Mansoor Qadir Junejo
Pub. By : Ajrak Publishing House
Sindh University Jamshoro.

**Price: 10/-**

تعارف

# سردار عطاءُالله مينگل

بلوچستان جو قوم پرست اڳواڻ ۽ سنڌي، بلوچ، پشتون فرنٽ جي باني رڪن سردار عطاءالله مينگل جي شخصيت ڪنهن به تعارف جي محتاج ناهي. سندس سياسي ڪردار هر دور جي ظالم حاڪم کي حق ۽ سچ جي ڳالهه چوڻ ۾ رهيو آهي. سندس قوم-پرستي ۽ سياسي ڏاهپ ۽ دانشمندي ۽ نظرياتي سچائي روشني جيان روشن ۽ پڌري رهندي آئي آهي. عطاءالله مينگل اهو عظيم قومپرست اڳواڻ آهي- جنهن کان جڏهن پڇيو ويو هو ته اوهانجي پٽ اسدالله مينگل جي اغوا ۽ قتل جي تحقيقات جو ڇا ٿيو تڏهن ڏک ۽ درد جي پيڙا ۾ چيو هئائين، ”مون ڪنهن به حڪومت ۽ حڪمران کان اسد مينگل ثابت نه پڇيو آهي ۽ نڪو ڪي پڇندس ۽ نڪو ڪي وري مون کي پڇڻ جو حق آهي ڇو ته منهنجا ڪيترائي پٽ بي سبب ۽ بي ڏوها، ائين ڏي ڪنا ويا آهن ۽ اسد ته منهنجو آخري پٽ هو. جنهن بابت مان پڇڻ جو ڪوبه قانوني حق نٿو رکان- جيستائين مونکي منهنجن انهن هزارين نوجوان بلوچن جي لاش جو پتو نٿو پوي تيستائين مان اڪيلي اسد جو ڪيئن ٿو پڇي سگهان؟“

عطاءُالله مينگل هڪ اصول پرست ۽ قومپرست جي حيثيت ۾ پنهنجو شاندار ماضي رکي ٿو. هو مسٽر ڀٽي جي دور حڪومت ۾ بلوچستان جو جمهوري وزير اعليٰ رهيو. ٻه سچ چونڊ جي ڏوهه ۾ سندس حڪومت هٽائي وئي. هٿ ٺوڪيل جمهوري راڄ ۾ جمهوري طريقي سان چونڊيل حڪومت کي ختم ڪرڻ پيپلز پارٽيءَ جي سڀ کان وڏي جمهوري شڪست هئي، نه رڳو بلوچن جي حڪومت ختم ڪئي وئي پر عطاءُالله مينگل ۽ نيپ جي ٻين اڳواڻن تي حيدرآباد سينٽرل جيل اندر ”غداري“ جو ڪيس پڻ هلايو ويو. ”جمهوريت اسان جي سياست آهي،“ چوڻ وارن پاڻ ئي جمهوريت جو قتل ڪيو، ان جي سڙيل لاش کي پنهنجن ئي ڪلهن تي کڻي هڪ اهڙي قبرستان ۾ دفنايو جنهن قبرستان جو ڪو ڏس پتو ئي ڪونهي. نه رڳو جمهوري قدرن ۽ جمهوري سياست جو قتل ڪيو پر مظلوم ٻڌايل قومن جي قومپرستن کي پڻ چچريو ۽ چيپاٽيو ويو.

۽ اڄڪلهه سردار مينگل پنهنجن ٻين سائين سان گڏجي لنڊن ۾ مظلوم قومن جو هڪ اتحاد قائم ڪيو آهي. جنهن کي ”سنڌي، بلوچ پشتون فرنٽ“ جو نالو ڏنو ويو آهي صرف ۽ صرف ”ڪنفيڊريشن“ جي بنياد تي. موجوده سياسي صورتحال جي روشنيءَ ۾ واضح ڪيو ويو آهي ته پاڪستان جي ستيهه سالن جي زندگيءَ ۾ مظلوم قوميتن، سنڌي، بلوچ ۽ پشتونن جي قرات ۽

استحصال ڪيو آهي. پاڪستان جي تاريخ مظلوم قومن
جي ڦرلٽ ۽ استحصال جي تاريخ آهي ۽ ان ڦرلٽ ۽
استحصال جو وڏو ڪردار ”پنجابي“ رهيو آهي. سردار
صاحب جو خيال آهي ته پنجابي جرنيل، پنجابي سرمائيدار،
پنجابي چوڌري ملڪ ۽ نواب، پنجابي سياستدان، پنجابي
دانشور اديب ۽ شاعر، پنجابي ملان توڙي موالي، پنجابي
مزدور توڙي هاري اسان مظلوم قومن جي ڦرلٽ ۾
هڪبئي جو ڀاڱي ڀائيوار، همدرد، ساٿــي ۽ هڏڏوکي
رهيو آهي. پنجاب ۾ ڪوبه نديو وڏو يا وچون طبقو
ناهي. پنجاب ۾ رڳو هڪ ئي طبقو موجود آهي جنهن
جو نالو آهي ڦورو پنجابي طبقو. عطاءالله خان مينگل
جو چوڻ آهي ته، ”سنڌ ۽ ٻين مظلوم قومن جي ڦرلٽ
۾ پنجابــي هاري، مــزدور، دانشور ۽ ٻيــن طبقن جــو
هڪجيترو ئي حصو آهي، ڪنهن پنجابيءَ جو هٿ شامل
آهي، ڪنهنجي آڱر شامل آهي ته ڪنهنجي مرضي يا
خواهش ضرور شامل آهي مطلب ته اسانجي استحصال ۽
ڦــرلٽ ۾ پنجاب جا سڀئي طبقا هڪجيترو جــوابدار ۽
ملوث آهن.“
سياسي زندگيءَ جي ايڏي وڏي تجربي سردار مينگل کي
اهو سوچڻ تي مجبور ڪيو آهي ته ظالم قوم جو هر فرد
ظالم هوندو آهي ۽ مظلومن تــي ظلم ۾ حصيدار هوندو
آهي، ظالم قوم ۾ ڪوبه هيٺيون مٿيون يا وچون طبقو
ناهي ٿيندو. اسان وٽ به ڪي اهڙا ٽولا ۽ گروهه آهن

جيڪي مظلوم قومن اندر طبقاتي سياست جي آڙ ۾ سنڌين کي سنڌين سان ويڙهائي قومي تشخص کي ختم ڪرڻ جون سازشون سٽي رهيا آهن. مزدور کي ڪارخانيدار سان، هاريءَ کي وڏيري سان، پيڙين پاڙي کي ماندلي واري سان ويڙهائڻ جون سازشون ڪري رهيا آهن. پر هن وقت تائين سنڌي قوم انهن کي ڪامياب ٿيڻ ناهي ڏنو.

خاص ڪري سنڌ اندر ته سنڌي ماڻهن جي هر فرد کي پنجابي ماڻهو ظالم نظر ٿو اچي ۽ اها پنهنجي جاءِ تي هڪ وڏي حقيقت آهي. مظلوم قوم اندر پليل ۽ نپيل ان سوچ ۽ قومپرستي واري جذبي سنڌ اندر مظلوم قوم جي سوشلسٽ کي، ظالم قوم جي ايجنٽن جي روپ ۾ نروار ڪيو آهي. پاڪستان اندر مظلوم قومين جا سوشلسٽ حقيقت پسندي ۽ سچائي کان منهن موڙي پنهنجي نظرياتي آقائن جي انڌي پيروي ۽ پئيرائيءَ ۾ ڪاهي پيا آهن. قومپرستي جي هيڏي اپريل مسئلي کان نٽائي رهيا آهن. شايد اهو ئي سبب هو جو لنڊن ۾ هڪ گڏجاڻي ۾ پاڪستاني سوشلسٽن جي الزامن جو جواب ڏيندي عطاءُالله مينگل صاحب چيو ته ”سنڌين، بلوچن ۽ پشتونن کي پاڪستان، اسلام ۽ جمهوريت جي آڙ ۾ ڦريو ۽ لٽيو ويو آهي ۽ جڏهن اهي هٿڪنڊا ۽ هٿيار مڏا ٿي ويا آهن تڏهن سوشلزم جي آڙ ۾ استحصال ڪرڻ

جون سازشون سٽيون پيون وڃن جن کـــي ڪڏهن به ڪامياب ٿيڻ نه ڏبو."

دنيا جي انقلابـن جي تاريخ شاهد آهي ته دنيا ۾ ڪٿي به ڪو اهـڙو انقلاب ناهي آيـو جيڪو تاريخي حقيقتن ۽ سچاين کان انڪار ڪري آنـدو ويـو هجي. سنڌ هڪ تاريخي حقيقت آهي، بلوچستان هڪ تاريخي سچائي آهي، پشتونستان پڻ هڪ تاريخي حقيقت آهي. ڪين پنهنجي ڌرتي آهي، زبان آهي، ڪلچر آهي، تاريخ آهي- انهن حقيقتن کان انڪار ڪري سندن قومي وجود کي تسليم ڪرڻ کانسواءِ ڪوبه انقلاب نٿو اچي سگهي پوءِ ان انقلاب جو ڪيڏو بـه ڪٿي خوبصورت ۽ سهڻو نالو ڇو نه هجي- چاهي اهو سوشلسٽ انقلاب هجي يا ڪو ٻيو انقلاب ....!! جيستائين اسانجي ڌرتي محفوظ ناهي، اسان جـــي زمين محفوظ ناهـي، اسان جا ڪارخانــا محفوظ ناهن، اسان جو ڪلچر محفوظ ناهي، اسان جـو روزگار محفوظ ناهي تيستائين اسان کي ڪوبه نظام تحفظ ڏئي نٿو سگهي. پوءِ اهو نظام ڪيڏي به وڏي انقلاب جو پرچارڪ ڇو نه هجي.

ڪنفيڊريشن يا سنڌي، بلـوچ، پشتون فرنٽ حالتـن جي پيدوار آهن، حالتن جي رد عمل طور وجود ۾ آيا آهن. جن جو مقصد آهي قومي حق حاصل ڪرڻ .حالتون ئي آهن جيڪي نون لاڙن ۽ نظرين جون خالق هـونديون آهن. پـر هميشه ائين آهي ته نظرين کـي حالتن

ستان زوري مڙهڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آهي ۽ نتيجي طور نون نون مسئلن جنم ورتو آهي. عالمي نظرين جي حيثيت پنهنجي جاءِ تي اٽل آهي پر ان جا محرڪ ئي ان جي ڪاميابي ۽ ناڪاميءَ جا جوابدار آهن. پر عطاءالله مينگل جو پاڪستان جي ننڍين ۽ مظلوم قومن ستان اهو وڏو ٿورو آهي جو هن صاحب وقت جي الڪار کي قبوليو آهي ۽ هن احساس ڏياريو آهي ته پنجابي مزور ، سنڌي مزور جو استحصال ٿو ڪري، پنجابي ملو، سنڌي ملي جو استحصال ٿو ڪري، پنجاب جو چوڌري، سنڌي وڏيري جي ڦرلٽ ٿو ڪري، پنجابي هاري، سنڌي هاري جو استحصال ٿو ڪري ۽ اتي جو پنجابي دانشور، سنڌي دانشور جو استحصالي آهي مطلب ته هر پنجابي استحصالي آهي- سندس هڪئي طبقو آهي ڦورو طبقو.

اسانجو هي ادارو ”اجرڪ اشاعت گهر“ سردار عطاءالله مينگل صاحب جو هي انٽرويو ڇاپيندي فخر ٿو محسوس ڪري ۽ گڏوگڏ ادارو روزنامه جنگ ۽ محترم ارشاد احمد حقاني جو پڻ ٿورائتو آهي. جن هي انٽرويو ورتو ۽ ڇپيو.

منصور قادر جوڻيجو
اعزازي سيڪريٽري
اجرڪ اشاعت گهر سنڌ يونيورسٽي

# انٽرويــو

هيٺ بلوچستان جي اڳوڻي وزير اعليٰ ۽ اٺن سالن کان جلاوطنيءَ جي زندگيءَ گهاريندڙ عظيم بلوچ اڳواڻ سردار عطاءالله مينگل جي انٽرويو جا تفصيل حاضر خدمت آهن. مون گفتگو جي شروعات هن ريت ڪئي.

**حقاني**- اوهان صاحبن ڪجهه عرصو اڳ سنڌي بلوچ پشتون فرنٽ قائم ڪيو آهي. ان تي پاڪستان اندر جيڪو رد عمل ٿيو آهي، ان کان مان ته ڪنهن حد تائين باخبر آهيان، مان معلوم هي ڪرڻ ٿــو چاهيان ته ان ردعمل جي باري ۾ اوهانجو پنهنجو تاثر ڇا آهي؟ اوهان تائين ڪهڙي قسم جون خبرون پهتيون آهن ۽ انهن اطلاعن کان ڪيتري قدر مطمئن يا مايوس آهيو؟

خاص طور تي توهان کي پنهنجي صوبي بلوچستان مان جيڪو رد عمل توهان تائين پهتو آهي ان بابت اوهان جي ڇا راءِ آهي؟ لنڊن ۾ جيڪي سياسي ماڻهو موجود آهن، انهن ڪهڙي قسم جو رد عمل ظاهر ڪيو آهي. قومي ۽ عالمي پريس جي رايــن کي اوهان ڪهڙي نگاهه سان ڏسو ٿا ۽ اوهان بابت ته اهو به چيو ويو آهي ته اوهان آزاد بلوچستان جو نظريو اپنائڻ ڪانپوءِ هاڻي وري پاڪستان جي فريم ورڪ (حدن اندر) آئيني مسئلن جو حل ڳولڻ لاءِ

هڪ ٻي ڪوشش ڪرڻ جو ارادو ڪري رهيا آهيو ۽ فرنٽ جو وجود پڻ ان سلسلي جو هڪ حصو آهي. ان ڪوشش جي ڪاميابي يا ناڪامي جي باري ۾ اوهانجا تاثرات ۽ توقعات ڄاڻڻ چاهيندس؟

**ميڪگل:-** اسان هيننر تائين ملندڙ رد عمل بابت مايوس ناهيون. پاڪستان اندر اسانجي **تجويز** بابت ڪنهن حد تائين ڪافي وسيع **ناموافق** رد عمل سامهون اچي سگهي ٿو. پر اوهان ڏٺو هوندو ته پاڪستان ۾ ۽ خاص ڪري بلوچستان ۾ ان تجويز (ڪنفيڊريشن) جي مخالفت گهڻو ڪري انهن ماڻهن ڪئي آهي جيڪي هر قيمت تي نوڪري ڪرڻ چاهين ٿا. اهي هن وقت نوڪري ڪري رهيا آهن يا اڳتي هلي نوڪريءَ جا اميدوار آهن.

اصل ۾ اسان وٽ بلوچستان ۾ ٻن قسمن جا ماڻهو آهن. هڪڙو طبقو ته اهڙن ماڻهن جو آهي جيڪي منهنجي پهرين راءِ مطابق ان نتيجي تي پهچي چڪا آهن ته پاڪستان جي موجوده حالتن اندر ننڍين صوبن لاءِ ڪا گنجائش ئي ناهي رهي. ان حلقي جي راءِ آهي ته مون جيڪو نئون موقف اختيار ڪيو آهي. يعني گڏيل پاڪستان جي فريم ورڪ ۾ ڪنفيڊريشن ذريعي ملڪ کي متحد رکڻ لاءِ جيڪا ڪوشش شروع ڪئي آهي ڪنهن حد تائين پسپائي ۽ درست موقف سان انحراف جي آئينه دار آهي.

يعني انهن جي راءِ مطابق ته مان ڪي قدم پوئتي هٽي ويو آهيان. ۽ ٻيو حلقو اهڙن ماڻهن جو هو جن چاهيو ٿي ته پاڪستان جي فريم ورڪ اندر مسئلي جو ڪوئي حل نڪري ته پوءِ ۽ گهولڻ سان ليپي ته پوءِ ته پوءِ ان جي ڪوشش ڪرڻ گهرجي. اهو حلقو منهنجي هاڻوڪي نئين موقف مان مطمئن ۽ خوش آهي. هڪ پر هڪ ٽيون حلقو به آهي ۽ اهو انهن ماڻهن جو آهي جيڪي نوڪري ڪري رهيا آهن ۽ جن کي هر حالت ۾ نوڪري ڪرڻي آهي. ۽ انهن ئي اسانجي هن موقف جي مخالفت ڪئي آهي ۽ گهڻو ڪري انهن جي ئي راءِ اوهان تائين پهتي آهي.

سوال:- پر سردار صاحب گذارش هيءَ آهي ته هڪ چوٿون حلقو به آهي ۽ اهو ايم آر ڊي جي روپ ۾ آهي. انهن ۽ بلوچستان جي ان قيادت جيڪا ايم-آر ڊي جو حصو آهي- سا گڏيو ئي موقف اختيار ڪيو آهي ته اسان ڪنفيڊريشن تي يقين نٿا رکون جيتوڻيڪ انهن اهڙي قسم جي تنقيد ناهي ڪئي پر تنهن هوندي انهن اهڙي قسم جي رٿ (ڪنفيڊريشن) سان لاتعلقي جو اظهار ضرور ڪيو آهي. ايم آر ڊي جي قيادت جو جيڪو هڪ حصو لنڊن (پرڏيهي) ۾ آهي. جنهن ۾ مس بي نظير ڀٽو به شامل آهي. ان پڻ اوهانجي رٿ کي مڪمل ڪان انڪار ڪري ڇڏيو

آهي. ان پس منظر ۾ اوهان ڪيئن ٿا چئي سگهو ته هينئر تائين جيڪو رد عمل ظاهر ٿيو آهي اهو حوصلي افزا آهي. ٻيو سوال هي بہ آهي تہ جنهن حلقي اوهانجي چوڻ مطابق ڪنفيڊريشن جي رٽ ڪي پــاچوڪڙائپ يا پنڻي هٿڻ برابر سڏيو آهي. انهن جي طاقت ڪيتري آهي. اهي ڪيتريقدر مضبوط آهن ۽ انهن جي حامين جو تعداد ڪيترو آهي. يعني انهنجي سياسي اهميت ڪيتري آهي.

**هيئنگل:-** ان حلقي ۾ اهي نوجوان شامل آهن جيڪي شاگرد آهن ۽ تعليم حاصل ڪري رهيا آهن. ۽ جيڪي پاڪستان جي سياست مان تقريبن مايوس ٿي چڪا آهن. ۽ پنهنجو پاڻ ڪي هن گڏيل ملڪ کان (ذهني طور) الڳ ڪري چڪا آهن.

**سوال:-** اهڙو طبقو واقعي بلوچستان اندر آهي؟

**هيئنگل:-** ها اهو بلوچستان اندر موجود آهي. مان پنهنجي ڳالهہ ڪي واضح ٿو ڪريان. اوهان کي خبر آهي تہ B S O يعني بلوچ اسٽوڊنٽس آرگنائيزيشن ڪڏهن تہ بلوچستان ۽ ملڪي سياست ۾ ڏاڍو مضبوط متحرڪ ۽ نظر ايندڙ ڪردار ادا ڪنديهئي. اڄ تہ انجو نالو بہ ٻڌڻ ۾ نٿو اچي. جنرل ضياءالحق جي دور ۾ اهي ماڻهو منظر عام کان بلڪل هٽي ويا آهن ۽ ڪٿي بہ متحرڪ نظر نٿا اچن. ڪڏهن ڪڏهن ڪنهن مقامي مسئلي جي حوالي سان انهن

جو ذڪر تہ پڌڻ ۾ اچي ٿو پر پاڪستان جي سياسي اپ ٽي بلڪل نظر نٿا اچن متحرڪ ٿي ناهن رهيا. اهو ئي طبقو آهي جيڪو اسانجي موقف کي پاڇوڪڙائپ جو نالو ٿو ڏئي، اهو طبقو نظرن کان ڏاڍو ڏور نڪري چڪو آهي. انهن جو رايو آهي تہ هينئر جيڪا سياست اسان ڪري رهيا آهيون ان منجهہ حقيقت پسنديءَ کان وڌيڪ اسان جي خوش فهميءَ کي وڏو دخل آهي. اهي نوجوان مڪمل طور نااميد ۽ مايوس ٿي چڪا آهن.

اوهان ايم آر ڊي جي قيادت جو حوالو ڏنو آهي. ان ۾ اسانجا ڪافي پراڻا دوست ۽ ساٿي پڻ شامل آهن. اهي ماڻهو چاهن ۽ مڃن ٿا تہ پاڪستان جي جمهوري سياست ۾ ننڍين قومن لاءِ ڪابہ جاءِ ناهي. پر اهو سمجهڻ جي باوجود بہ بلڪل اهڙي طرح جهڙي طرح بنگلاديش جي ٺهڻ کانپوءِ اسان سياست ۾ حصو ورتو هو ۽ تجربو ڪيو هو. اهي بہ هڪ تجربو ڪرڻ ٿا چاهن. انهن جو خيال آهي تہ پاڪستان معجزن جي ڌرتي آهي ۽ ڪنهن معجزي ذريعي هتي ڪي اهڙيون حالتون پيدا ٿي پون جو ننڍين قومن کي مطمئن ڪرڻ ممڪن ٿي پوي. صرف ان خوشفهميءَ جو بنياد تي ئي اهي هاڻوڪي سياست ٿا ڪن.

اسان بنگلاديش جي ٺهڻ کانپوءِ ان اميد تي سياسي

ڪم ڪيو هو ته ممڪن آهي ته هاڻوڪي تلخ تجربي
ڪانپوءِ اهي غلطيون ٻيهر نه ورجايون وڃن جيڪي
ملڪ جي شڪست ۽ رسوائيءَ جو سبب بڻيون
هجن. اهڙي طرح ايم آر ڊي سان واسطو رکندڙ
دوست پڻ ان خوشفهميءَ جو شڪار آهن ۽ هڪ
ٻيو تجربو ڪرڻ ٿا چاهن. پر پنهنجي محفلن ۾
وبهي ان ڳالهه جو اعتراف ڪن ٿا ته پاڪستان
جي سياست ۾ هينئر ننڍين قومين لاءِ ڪابه گنجائش
ناهي. اهي به اهو مڃن ٿا. پر انهن سان مصيبت
هيءَ آهي ته پاڪستان ۾ هن وقت جيڪر ڪجهه
ايم آر ڊي چئي رهي آهي. ان کان اڳتي وڌي
ڪجهه چوڻ جي صورت ۾ پاڪستان اندر رهي
ڪري اعلانيا سياست ڪرڻ جي گنجائش نٿي رهي.
تنهنڪري اهي اهو ڪجهه چئي رهيا آهن جيڪو
پاڪستان ۾ اندر چئي سگهجي ٿو. پر اهي اهو به
تسليم ٿا ڪن ته جيڪا سياست اسان ڪري رهيا
آهيون. ان جا نتيجا سنڌ ۽ فائديمند نه نڪرندا. انهن
مان، مان ڪنهن جو به نالو نه ڪڍندس. پر هي خود
اسان جي آڏو ان ڳالهه جو اعتراف ڪن ٿا ته ان
جو ڪجهه به حاصل نه ٿيندو. انهن جو موقف هي
آهي ته جيئن ته اسان کي پاڪستان ۾ ئي رهڻو آهي.
انڪري اسان وڌيڪ اڳتي نٿا وڌي سگهون.

سوال:- اوهان جو مطلب تہ انهن جو موقف آهي تہ
جيڪڏهن اسان ان کان اڳتي وڌي ڳالهائڻ چاهيوسين
تہ انجو واحد رستو اهوئي آهي جيڪو اوهان اختيار
ڪيو آهي. يعني ملڪ کان ٻاهر وڃي سياست ڪن.

مينگل:- بلڪل اهي سمجهن ٿا تہ جيئن تہ اسان کي
ملڪ اندر رهڻو آهي. تنهنڪري اهڙي ڳالهہ
ڪنداسين جيڪا هتي رهي ڪري سگهجي ٿي.

سوال:- سردار صاحب! اوهانجي موقف کي پاچوڪڙائپ
چوڻ واري طبقي جي طاقت ڇا آهي؟ ۽ اوهان وٽ
انهن جي راءِ ڄاڻڻ وارو بيروميٽر ڇا آهي؟

مينگل:- پاڪستان جا مختلف خطہ ۽ صوبا سماج جي
مختلف حالتن ۾ رهي رهيا آهن. ڪٿي قبائلي سماج
آهن، ڪٿي فيوڊل سماج آهي ڪٿي صنعتي دور
شروع ٿي چڪو آهي، بلوچستان ۾ قبائلي سوسائٽي
آهي، هر سوسائٽي يا دور (Age) جون پنهنجون
ادائون ۽ خاصيتون ٿين ٿيون. سنڌ فيوڊل دور
(جاگيرداري) ۾ آهي، اوهان جو پنجاب تقريبن
سڄي جو سڄو صنعتي دور ۾ داخل ٿي چڪو آهي،
سنڌ ۾ ڪراچيءَ جو علائقو صنعتي دور ۾ داخل
ٿي چڪو آهي. باقي اڃان تائين وڏيرا شاهي
(فيوڊل) دور ۾ آهي. صنعتي سماج ۾ سياست نظر
ايندي آهي ڇو تہ اتي رستن جي سياست هوندي
آهي. بلوچستان جي سياست ۾ ڪنهن ٻئي قسم

جون سرگرميون ٿينديون آهن.
اتي جڏهن ته ماڻهن احتجاج ڪيو آهي اهو ٻئي
طريقي سان ڪيو آهي. انهن جي احتجاج جو طريقو
باقي ماڻهن جي طريقي کان مختلف ٿيندو آهي. (سردار
صاحب جو اشارو، ايوب خان ۽ ان کان پوءِ واري
دورن ۾ بلوچ عوام جي احتجاج واري مسلح انداز
ڏانهن هو) انڪري هاڻي جيڪڏهن بلوچ عوام
ڪنهن ڳالهه تي احتجاج ڪرڻ چاهيندا ۽ انهن جي
سياست جو اظهار ٿيندو ته ان لباس ۽ انداز ۾
ٿيندو جيڪو ماضيءَ ۾ انهن جو رهيو آهي. هتي
احتجاج وارو موڊ اهڙي طرح نظر نه ايندو جهڙي
طرح باقي ٻين صوبن ۾ نظر اچي ٿو. سنڌ ۾ احتجاج
ڪيتريون ئي شڪلون اختيار ڪري ٿو. ڳالهه ٻولهه
۾ ٿئي ٿي ماڻهو گڏجي ويهي خيالن جي ڏي وٺ ۾
ڪن ٿا، پمفليٽ ۾ ورهائن ٿا ۽ بلوچستان ۾ رڳو
هڪ شهر ڪوئيٽا، ٻيو ڪو به شهر ناهي. ڪوئيٽا
جي ۾ حالت اها ٿيجي وئي آهي جو مون کي ته
پڪ ئي نٿي پوي ته اهو ڪنهن حد تائين اڃڪلهه
بلوچن ۽ مقامي پٺاڻن جو شهر رهجي ويو آهي. مون
جيڪي ڪجهه ٻڌو آهي سو هي آهي ته مهاجر اتي
۾ وڏي تعداد ۾ پهچي ويا آهن، افغان مهاجر،
اهي عملن مالڪ ٿيجي ويا آهن جيڪا مقامي آبادي
هئي سا ته آهي پر خبر نٿي پوي ته شهر جو مزاج

(Complexion) هيئنئر چا هي نظر اچڻ واري سياست
تہ وڏ ۾ وڏ ڪوئٽا ۾ ئي ٿي سگهي ٿي. باقي بلوچستان
۾ تہ انڌي منڊي مٿي ڏوڪ سياست ئي ٿيندي آهي ۽ اها
سياست هو انهن ماڻهن سان گڏجي ڪن ٿا ۽ ان کي پنهنجو
موقف ٻڌائن ٿا جن تي انهن کي اعتماد ۽ ڀروسو
آهي. ڪوئٽا جي پريس جنهن حد تائين بلوچ سوسائٽي
جي سوچ جي عڪاسي ڪري سگهي ٿي. ان ڪان
اوهان بي خبر ناهيو. اوهان انهن ماڻهن کان اها
توقع نٿا ڪري سگهو تہ اهي بلوچ عوام جا حقيقي
تاثرات حاصل بہ ڪري سگهندا ۽ شايع بہ ڪري
سگهندا، موجوده حالتن ۾ اهو ممڪن ناهي. اسان
تائين جيڪي خبرون اچي رهيون آهن اسان جي
پنهنجي مختلف ذريعن کان ۽ ٽيليفون ذريعي ان
مان اندازو ٿئي ٿو تہ جيڪي ماڻهو ڪنهن حد تائين
حقيقت پسندي ۽ اعتدال پسندي کي ملائي سياست
ڪرڻ گهرن ٿا، اهي اسان جي ڪنفيڊريشن واري
نظريي مان مطمئين آهن. پر جيڪو وقت کي
سڃاڻڻ وارو حلقو آهي، نوڪري ڪرڻ وارو ان جي
ڳالهہ بي آهي، جيڪو حلقو ڪنفيڊريشن واري
نظريي سان متفق آهي ان مان اها اميد رکڻ تہ اهو
بلوچستان جي پريس ۾ يا ملڪي پريس ۾ کليل
لفظن ۾ ان راءِ جو اظهار ڪندو تہ اها خوشفهمي
ٿيندي. ڇو تہ اهڙي طرح اهي هڪدم حاڪم ٽولي

جي نظرن ۾ اچي ويندا. اسان جون مخالف قوتون
تہ ان تاڙ ۾ ويٺل آهن تہ ڪٿان انهن کي ٿوري خبر
پوي تہ ڪهڙا (آفيسر) اسان سان نظرياتي طور
متفق آهن تہ جيئن انهن تي هٿ رکن. اوهان خود
صحافي آهيو، اوهان کي خبر آهي تہ ڪنفيڊريشن
جي مطالبي بابت حڪومت جون هدايتون ڇا آهن.
اهڙين حالتن ۾ سنڌي طرز واري سياست بلوچستان
۾ نٿي ٿي سگهي. اتي ڪنفيڊريشن جي حمايت
(انڊر گرائونڊ) ۾ ٿيندي ۽ ان وقت تائين زير زمين
رهندي جيستائين اسان جا ماڻهو ذهني طور باهر
اچڻ جو فيصلو نٿا ڪن يا اتي اسان جا مخالف بہ
قائل نٿا ٿين تہ ڪنفيڊريشن کانسواءِ ٻيو ڪو چارو
ناهي. ۽ ملڪ جو بچاءُ ان ۾ ئي سمايل آهي.
جيستائين اهڙو وقت نٿو اچي، بلوچستان جي حقيقي
سوچ ظاهر نہ ٿيندي ۽ حقيقي سياست زير زمين رهندي.
سوال:- سردار صاحب! جنهن طبقي کي اوهان نوڪري
وارو طبقو چئو ٿا رڳو چئي ڇڏڻ سان تہ ان جو
تہ ڪم ئي رڳو نوڪري ڪرڻ آهي، انجي اهميت
تہ ختم نٿي ٿي وڃي. منهنجي خيال ۾ تہ ڪنهن بہ
مڪتب فڪر کي بنان ڪنهن سوچ ويچار جي غير
اهم نہ سمجهڻ کپي، ڪٿي ائين تہ ناهي جو اوهان
انجي اثر کي گهٽائي ڏسي رهيا آهيو يعني
(Under estimate) ڪري رهيا آهيو. ڏسو ملڪ

۾ هڪ ڪوڙو سچو جمهوري عمل شروع ٿيو آهي
چوندون ٿيون آهن. ماڻهن ووٽ ڏنا آهن. بلوچستان
اسيمبليءَ ۾ نوجوان عنصر به آهن اسيمبليءَ جي ٤٥
ميمبرن مان ٢٧ کي عهدا به ملي چڪا آهن. آخر
انهن ماڻهن جو به هڪ اثر آهي، هڪ طبقو آهي،
ڪي ماڻهو ته چاتل سچاتل سياسي حيثيت رکن ٿا.
انهن جو تعلق اهم گهراڻن سان پڻ آهي. ڪٿي ائين
ته ناهي جو اوهان موجوده سياسي حڪومتي ڍانچي
خلاف پيدا ٿيل بي چينيءَ کي وڌائي سمجهي ۽ پيش
ڪري رهيا هجو يعني اوهان ناراضگي ۽ مخالفت
کي (Overestimate) ڪري رهيا هجو ۽ حقيقت
هيءَ هجي جو اوهان بلوچستان جي عام سوچ
(Mainstream thinking) کان خود الڳ ٿلڳ
(Isolate) ٿي چڪا هجو ۽ اوهان رڳو اهو چئي
ته هي ته نوڪري ڪندڙ ماڻهو آهن پنهنجو
پاڻ کي رڳو خوش ۽ حق بجانب ثابت ڪري
رهيا آهيو.

مينگل:- ائين ناهي- مان مخالف کي سدائين طاقتور سمجهڻ
جو عادي آهيان چو ته جيڪڏهن ڪو ماڻهو پنهنجي
مخالف کي ڪمزور سمجهي ٿو ته خود ئي مار کائي
ٿو وڃي. جيڪي حلقا هن وقت پنهنجو پاڻ کي حڪومت
سان وابسته ڪيو ويٺا آهن. مان ائين نٿو چوان ته
انهن جو واسطو بلوچستان سان ناهي ۽ اهي بلڪل

ٿي هوائن ۾ سياست ڪا ڪن، انهن جا پير ڌرتيءَ
تي آهن ۽ انهن جو پنهنجو هڪ حلقو موجود آهي
پر مان چوان ٿو ته جنهن حلقي جي هو پاڻ نمائندگي
ڪرڻ جو دعويٰ ڪن ٿا بدقسمتي سان ان حلقي
جي به ترجماني اهي نٿا ڪن. جيئن ته مون انهن
ماڻهن کان اجازت ناهي ورتي تنهنڪري مان انهن
جا نالا ڪٿي نٿو سگهان. ڪڏهن ڪڏهن انهن ماڻهن
سان منهنجي ملاقات به ٿيندي رهي آهي. هتي به
ڪڏهن وات ويندي، انهن هيڏي هوڏي ڏسندي ته
ڪٿي ڪير پڏي نه وني، چيو آهي ته اوهان ٺيڪ
۽ سچ ٿا چئو پر اسان اهڙي قسم جي سياست
ڪندي ڊڄون ٿا جهڙي اوهان ڪري رهيا آهيو
(سردار صاحب نالو نه ورتو پر ان مرحلي تي سنڌ
اشارو بلوچستان سان واسطو رکندڙ هڪ مشهور صنعتڪار
ڏانهن معلوم ٿيو پئي، جيڪو ان وقت لنڊن ۾
رهيل هو).

ان صاحب جڏهن مون سان اها ڳالهه ڪئي ته هن
کي منهنجو ڊپ نه هو، مون آڏو هن کي پنهنجي
دل جي ڳالهه نه چوڻ جو ڪوبه سبب نه هو، پوءِ
به هيءَ حقيقت، ته اسان جو موقف صحيح آهي
هن شخص تي پنهنجي حلقي جي ماڻهن جا خيال
پڌي واضح ٿيو آهي. هتي لنڊن ۾ مون سان ملڻ
يا ڳالهائڻ کانپوءِ ان تي اهو اثر ناهي پيو پر اها

حقيقت آهي تہ سچائيءَ جو اعتراف ڪرڻ ڪاناڳ هن هيڏي هوڏي ڏنو ضرور هو. ان جو سبب هـي آهي تہ هن ڪـي ڪنهن نہ ڪنهن جـو ڊپ ضرور آهي. جنهنڪري هن احتياط پئي ڪيو. ان ڪري مان چوان ٿو تہ انهن ماڻهن ۾ جيڪڏهن ٿوري بہ اخلاقي جرات آهي ۽ اهي پنهنجي حاقي جي صحيح نمائنـدگيءَ جو ٿورو ڪجهہ بہ حق ادا ڪرڻ چاهين تہ انهن کي اهائي ڳالهہ چوڻ ۽ ڪرڻ کپي جيڪا اسان چئون ۽ ڪيون ٿا. اوماں ڪنفيڊريشن کي ڇڏيو، بلوچستان جي مفاد کي بہ وساري ڇڏيـو، اوهان رڳو مون کي اهو ٻڌايو تہ هتي هن ملڪ ۾ ڪوئي اهڙو نظام آيو آهي، جنهن جـو جنازو بعد ۾ انتهائي رسوائيءَ سان نہ نڪتو هجي، جنهن جي انهن ماڻهن حمايت نہ ڪئي هجي، هر ان نظام جي جنهن بلوچستان ۾ تباهي ۽ بربادي نہ مچائي هجي، انهن ان جي حمايت ڪئي آهي ۽ مزي جي ڳالهہ اِها آهي تہ جڏهن اهو نظام رخصت ٿيو آهي تڏهن سڀ کان پهرين انهـن ئي ماڻهن ان کي گاريـون ڏنيون آهن. اِهو خود ان ڳالهہ جو دليل آهـي تہ انهن جي پنهنجي ڪائي سوچ آهي ئي نہ. اهي ڪنهن مڪتب فڪر جي نمائندگي نٿا ڪن. بدقسمتي سان پاڪستان ۾ ڪنهن بہ چڱي قدر کي پلجڻ ناهي ڏنو ويو. جنهن جو نتيجو اهو نڪتو آهي تہ ابن الوقت

(وقت جي غلامي) هتي هڪ نيڪي ۽ چڱو قدر ٻڌجي رهي آهي. ڪيترن ماڻهن زماني سازيءَ جي سياست کي اپنائي ڇڏيو آهي ۽ ڪنهن به انهن کان ان بابت پڇا ڳاڇا ناهي ڪئي. ان جو موقعو اڄ تائين ناهي آيو، ڪنهن کان به جواب ناهي ورتو ويو.

سوال:- عوام طرفان؟

مينگل:- ها عوام طرفان! اڄ ڏينهن تائين ڪو به حلقو اهڙو ناهي اڀري سگهيو، جيڪو ڪانئن پڇا ڳاڇا ڪري سگهي، جيڪو ڪجهه اهي ڪائيندا رهيا آهن، هضم ڪندا رهيا آهن، ڪيسا ڀريندا رهيا آهن. ڪنهن به انهن کان ان جو حساب ڪتاب ناهي ورتو. ان ڪري ئي انهن ماڻهن پنهنجي عملي رويي جي اصلاح جو فڪر ناهي ڪيو.

ڇو ته انهن کي مادي فاعدو رسندو رهيو آهي ته اهي خوش ٿيندا آهن. ها ضمير تي ٿورو گهڻو بار ته محسوس ڪندا هوندا پر انهن جي وجود اندر ان احساس کي برداشت ڪرڻ جي طاقت آهي. ان کانپوءِ انهن کي ڪهڙو فڪر ڪنهن ٻي ڳالهه جو. هو اهو ڏندو ته شروع کان ڪندا آيا آهن. حالتون اهڙيون ٿي ناهن سگهيون جو ڪوئي انهن کي پرکي يا پروڙي سگهي. پريس يا ڪو ٻيو ادارو ايترو سگهارو ناهي جو انهن کي بي نقاب ۽ ننگو

ڪري سگهي. نتيجو اهو نڪتو آهي جو هو پنهنجو ڪيسو ڀريندا آيا آهن ۽ عوام جي حقن کي جهڙي نموني هنن نظر انداز ڪيو آهي انهن جي ڪابہ جزا سزا انهن کي ڀوڳڻي نہ پئي مون کي ياد آهي تہ هتي اچڻ کان اڳ مون کي بلوچستان جي چيف سيڪريٽري چيو تہ .... فلاڻي خلاف (اهو صاحب هر وقت بہ هڪ اعليٰ سياسي عهدي تي فائز آهي مان شعوري طور تي ان جو نالو نٿو وٺان) اسان بہ فائل تہ رکيو ڪرپشن جا مڪمل ڪري چڪا آهيون ۽ اجان ڪيترائي ڪيس جانچ هيٺ آهن. هي سڀ ان حڪومت ڪيو هو جيڪا اڄ ڏينهن تائين اقتدار ۾ آهي. ۽ ان ئي حڪومت، هن صاحب کي هڪ وڏو سياسي عهدو ڏنو آهي. (سردار صاحب وري وري ان جو نالو پئي ورتو) تہ جنهن ملڪ ۾ حساب ڪتاب ۽ پڇا ڳاڇا جو عالم هي آهي جو ان خلاف پوءِ بہ ثبوت بہ موجود آهي تہ هن شخص ڪرپشن ڪئي آهي پر ويتر ان کي نوازيو ويو آهي. اهڙي هنڌ اصولن جي سربلندي جي ڪهڙي توقع ڪري سگهون ٿا. ان صاحب ۽ ان جهڙن ٻين ماڻهن ڪنهن سان زيادتي ۽ ڏڱي ڪئي آهي.؟ عوام سان ڇو تہ پئسو تہ عوام جو آهي. عوام ئي پئسي جو خالق آهي. بلوچستان ۾ گهٽ درجي جا (ڏڱ) ڪرپٽ بہ موجود آهن. پر وڏي ذميواري

ان کي ڏني ٿي وڃي جيڪو سڀ کان وڏو راشي (ڪرپٽ) آهي.

اهڙن ماڻهن مان اوهان ڪهڙي اميد رکي ٿا سگهو ته اهي عوام جي حقيقي مفادن خاطر ڪوئي ٺوس موقف اختيار ڪندا، جڏهن ته ان عمل ۾ رڳو خطرو ئي خطرو ۽ مصيبت ئي مصيبت آهي. اهڙن ماڻهن کان اسان پنهنجي رٿ تي مثبت رد عمل جي توقع ڪيئن ٿا رکي سگهون. اهڙن ماڻهن جو ردعمل ته اهڙو ئي ڪريل قسم جو ٿيندو. جيڪو سندن مفادن سان هڪجهڙائي رکندڙ هوندو. ها پر اهو توهان ضرور چئي ٿا سگهو ته انهن ماڻهن جو هڪ ٽولو آهي ۽ ان ٽولي ئي کين ووٽ ڏنا آهن ۽ اها ڳالهه غلط ناهي. پر اهي ماڻهو پنهنجن ووٽرن سان به انصاف نه ڪري رهيا آهن. هي ماڻهو ايتريقدر نادان ناهن جو اهو نه سمجهن ته اسان جيڪو ڪجهه چئي رهيا آهيون اها سندن ووٽرن جي حق جي ڳالهه آهي پر حقيقت ۾ انهن کي پنهنجي ووٽرن جو مفاد به پيارو ناهي. انهن کي پنهنجي ڪئي جو ڪيتو هڪ نه هڪ ڏينهن ضرور ڀوڳڻو پوندو. اهو ڪيتو کين هڪ سال ڪانپوءِ ڀوڳڻو پوندو يا ڏهن سال پوءِ ان بابت مان پڪ سان نٿو چئي سگهان پر ايترو سو چئي سگهان ٿو ته اهي انجام کان بچي نه سگهندا. پر مان ان کان ڪڏهن به

انڪار ڪري نٿو سگهان ته يقينن سندن حامي ٽولو ضرور آهي پر اهڙا ماڻهو هر دؤر ۾ پيدا ٿيندا رهيا آهن. جيڪي تيز وهڪري ۾ يا هوا جي زور تي هلندا آهن.

سوال:- سردار صاحب! اوهان پنهنجو موقف ڏاڍو واضح انداز ۾ پيش ڪيو آهي پر جنهن شيءِ کي اوهان موقع پرستي چئو ٿا ان جي شعوري واڌاري جا جيڪي به ڪارڻ آهن ۽ اوهان ان طرف اشارو پڻ ڪري چڪا آهيو ته انهن جو احتساب نه ٿيو يا حڪومت جون مصلحتون يا تدبيرون آهن يا هر سماج ۾ اهڙا ماڻهو موجود هوندا آهن.

اوهان موقعي پرستيءَ کي هڪ هلندڙ سڪو (Popular creed) بنائڻ واري عمل دخل ۽ ڪارڻن ۽ فردن جي مذمت به ڪري سگهو ٿا پر جيڪڏهن ڪنهن به سبب ڪان موقع پرستي ۽ ابن الوقتي هڪ عام رويي جي حيثيت اختيار ڪري ٿي وڃي ۽ ان جو دائرو ايترو وسيع ٿو وڃي جو اهي ٽولا عوامي پذيرائي حاصل ڪرڻ جي دعويٰ ٿا ڪن ۽ پوءِ اتفاق سان يا ڪنهن به سبب جي ڪري انهن کي هڪ مخصوص تعداد اندر ووٽ ملي به وڃن. ان ڪانپوءِ اوهان جي جيڪا به راءِ هجي، پر جيڪڏهن

جيڪي هينئر موقعي پرستيءَ واري ڪرسيءَ تي ويٺل آهي.

**سوال:-** پر سردار صاحب! معاف ڪجو چئي سگهجي ٿو ته هيءَ هڪ هڪطرفو رايو آهي ممڪن آهي ته حقيقت اها هجي جيڪا اوهان چئي رهيا آهيو، پر چئي ٿو سگهجي ته اوهان هڪ ٽي ڏڪ سان انهن سيني ماڻهن کي هوشياري ٿا وڻايو جيڪي هاڻوڪي نظام سان ساٿ ڏيئي رهيا آهن- اوهان کي اهو به چئي سگهجي ٿو ته ممڪن آهي ته توهان ئي غلط هجو ۽ جڏهن وقت ايندو ته اوهان کي پنهنجي مقبوليت جو اندازو ٿي ويندو. اهي چئي سگهن ٿا ته اسان جي موقف جي صحيح هئڻ جو اندازو ان حقيقت مان ڪري ٿو سگهجي جو باوجود ان جي ته سردار صاحب هيترن سالن کان ٻاهر ويٺو آهي پر انجا ڪي به اثر نه ٿيا آهن- تنهنڪري اوهان جي سوچ ئي غلط آهي. اسان اوهان کان به وڌيڪ محب وطن آهيون جو ته اسان پاڪستان جي وسيع تر فريم ورڪ ۾ رهي ڪري خدمت ڪري رهيا آهيون ملڪ جو مفاد به ان ۾ آهي. بلوچستان جو مفاد به ان ۾ آهي.

**مينگل:-** هينئر اسان بلوچستان جي حوالي سان ڳالهائينداسين ١٩٨١ع جي آدم شماريءَ ۾ هنن بلوچستان جي آبادي ٤٣ لکن جي ويجهو ته ٻڌائي

آهي. ان ۾ هڪ آباديءَ مان سرڪار سگهوريءَ
کي پنهنجي حمايت لاءِ باشندن سان تعاون ڪرڻ
لاءِ رکيو اهڙا ماڻهو مليا آهن جيڪي سندن انتظاميه
جي چوڻ مطابق ته ڪرپٽ (ڏنگ) آهن. اهوئي ان
ڳالهه جو وڏو ثبوت آهي ته هنن ويچارن لاءِ انسانن
جو ڪيترو نه ذڪر آهي، هي هڪ دليل آهي. ٻيو
دليل، هي آهي ته جن ماڻهن کان ڪم ورتو ب،
پيو وڃي.

انهن کي ڏني وائني رشوت ڏني پئي وڃي. اوهان اخبارن
۾ پڙهيو هوندو ته ۶۵ ماڻهن جي اسيمبلي مان
۲۷- ماڻهن کي هينئر تائين مختلف عهدا ڏنا ويا
آهن. هنن کي عهدا انڪري ته نه ڏنا پيا وڃن ته
انهن ڪانسواءِ ڪم ٿي نٿو هلي سگهي يا اهي
ايڏا داناءُ آهن جو انتهائي ضروري ماڻهو آهن پر
هيءَ سرڪاريءَ طرح انهن ماڻهن کي رشوت ڏيڻ
جي شڪل آهي جيئن اهي موجوده حڪومت جي
ڍانچي سان سات ڏيندا رهن. اهڙي قسم جي رشوت
عهدن جي نالي ۾ ڏني ويندي آهي. ڇو ته انديشو
هي تو رهي ته ڪٿي اهي ماڻهو ب، مٿان نه ملي
سگهن. مان اوهان کي انهن جي مشڪل جو مثال
ٿو ڏيان. صوبائي اسيمبلي لاءِ منهنجي تڪ مان
هڪ سرڪاري آفيسر کي جنهن جي چڱي خاصي
نوڪري هئي شايد اٺيهين ويهين گريڊ جو آفيسر

هو. جنهنکي راضي ڪيو ويو ته هو ملازمت تان
استعفيٰ ڏئي. پوءِ هنکي راولپنڊي موڪليو ويو. اتي
هن تان قانوني پابندي هٽائي وئي ته هو ٻن سالن
لاءِ اليڪشن نٿو وڙهي سگهي. پوءِ هنکي ٻيهاري
ڪامياب ڪرايو ويو. ان نوجوان جو ڪوبه سياسي
ماضي ناهي. مونکي ان تي هونءَ ته ڪوبه اعتراض
ناهي پر اوهان اندازو لڳايو ته هنن لاءِ ماڻهن جو
ڪيڏو نه ڏکر آهي. جـو هڪ سرڪاري نوڪر
ڪانسواءِ منهنجي تڪ مان هنن کي ڪوبه اميدوار
نه مليو مان ته چوانٿو ته جن ماڻهن کي اهو شڪ
آهي ته اسانجو نظريو عوام ۾ مقبول ناهي انهن لاءِ
بهترين طريقو هي آهي ته ان آکاڙي ۾ هليا وڃون
۽ پنهنجي پنهنجي مقبوليت جو امتحان وٺون پوءِ
جيڪو فيصلو عوام ڪري اهو سيني کي مڃڻ کپي.
جيڪڏهن اسان جي مخالفن کي اِها پڪ ٿي وڃي
ته اسانجو نظريو عوام ۾ مقبول ناهي ته هو ڪڏهن
به تحرير تقرير ۽ عوامي رابطي يا پريس تي پابنديون
نه وجهن. اهي پابنديون ئي ان ڳالهه جو واضع
ثبوت آهن نه اهي اسان منجهان ۽ اسانجي مقبوليت
کان ڇرڪن ٿا آخرڪار انهن کي ٻيو کهڙو ڊپ
۽ پوءِ آهي.

**سوال:-** پر سردار صاحب اهي چئي ٿا سگهن ته اوسان
خود مقابلي جو ميدان ڇڏي هليا ويا آهيو اوهان

ميدان تي موجود ئي ناهيو؟

مينگل:- اسان ناهيون ته اسانجا ورڪر ته موجود آهن. انهن تي بندشون آهن، انهن جون راهون روڪيون ٿيون وڃن. اسانجي ڪارڪن کي ميدان ۾ اچڻ جو موقعو ملي پوي ها ته پوءِ هنن کي پنهنجي ۽ اسانجي مقبوليت جي خبر پئجي وڃي ها.

سوال:- سردار صاحب! اهو ٻڌايو ته جڏهن ڪان وڏي اوهان فرنٽ ناهيو آهي. ان کانپوءِ جيڪو ردعمل هينئر تائين ٿيو آهي، ان کانپوءِ اوهان پنهنجي موقف تي قائم آهيو؟ ڪا نئين سوچ يا فرنٽ جي پهرئين اعلان تي ڪا نظرثاني جي ضرورت اوهان محسوس نه ڪري رهيا آهيو مان ڄاڻڻ ڳرو اهو ٿو چاهيان ته اوهان ڪنفيڊريشن جي مطالبي تي قائم آهيو يا ان ۾ ڪجهه گهٽ وڌائي جو سوچي رهيا آهيو.

مينگل: هڪ شيءِ آهي حقيقت پسندي يا سچائي ۽ ٻي هوندي آهي سياست خاطر سياست ڪرڻ، ڪي ماڻهو ته سياست خاطر ئي سياست ڪندا آهن. اوهان کي ڄاڻ هوندي ته مان جڏهن هتي آيو هوس ته مون موقف اختيار ڪيو هو ته آزاد بلوچستان کان گهٽ تي راضي نه ٿيندا سين. ٻين لفظن ۾ مون آزادي جو نعرو هنيو هو. ائين ناهي ته مون ڳرو اونده ۾ ٽپو ڏنو هو. اسان اهو فيصلو سوچي سمجهي

ڪيو هو. بنگال جي ٽنڊ ڪانپوء جيڪا گهڻي
اسانجي ڪنن ۾ وڳي اها هيءَ هئي ته هاڻي اقتدار
جو توازن جيئن ته سچو جو سچو پنجاب جي حق
۾ ٿي ويو آهي پهريان پنجاب سان بنگال سنيو
ساهيندو هو. اهي هڪٻئي آڏو مقابلي واريون قوتون
هيون ۽ سنهي ٿلهي جهوپڙي پنهنجي جاء تي محفوظ
هئي. بنگال جي موجودگي ۾ اسانکي جيڪو تحفظ
حاصل هو سو ته بنگال جي ٽٽڻ ڪان پوء پاڻيهي
ختم ٿي ويو. ان ڪانپوء جيئن ته مون عرض ڪيو
ته هڪ خوشقسمتي هئي ته هي جو تلخ تجربو ٿيو
آهي شايد ان ڪانپوء صحيح ۽ هوشمنديءَ واري
راهه ورتي ويندي ۽ اهو احساس ٿي وڃي ته سڀني
کي پنهنجو حق ملڻ کپي نه ته نه ڄاڻ هن ملڪ
جو ڇا حشر ٿيندو. اسان ڇيو ته مشرقي پاڪستان
وارو دل ڏاريندڙ سانحو لاشعوري طور ٿي ويو آهي
۽ هاڻي شعوري طور گڏجي سڏجي ياڻپي ۽ انصاف
سان رهڻ جو طريقو شايد اپنايو وڃي. پر ائين نه
ٿيو. پاڪستان ٺٽي چڪو هو مان ماڻهن کي هڪ
واقعو ٻڌائيندو آهيان پاڪستان جڏهن نئون ٺهيو هو
بلوچستان کان ڪراچي جو سفر ايترو ته آسان ۽
سولو نه هو. گهڻو ڪري ماڻهو اٺ تي سفر ڪندا
هئا. گهڻن ماڻهن کي نالو به چڱي طرح وٺڻ نه
ايندو هو. جناح صاحب زنده هو. هڪ ماڻهو ڪراچي

آيو. جڏهن واپس ويو ته ماڻهن حال احوال پڇيس
ته پڌاءِ ڇا ڏسي آيو آهين. هن چيو ته پاڪستان
هن چيو ته پاڪستان مري ويو. هن ويچاري کي
پاڪستان ڇوڙ نه آيو ۽ هن پاڪستان ڇٽي ڇڏيو.
ماڻهن ورجائي پڇيس ته منهنجو مقصد آهي ته پاڪستان
مري ويو آهي. هن چيو ته ها مان سچ ٿو چوان
مان خود انجو لاش اکين سان ڏسي آيـو آهيان.
ماڻهو انجو جنازو ڪڍيون پئي ويا. ته اهو گهوناٽـو
ويچارو جناح کي پاڪستان سمجهي رهيو هو. بنگال
جي تنڙ ڪانپوءِ مون چيو ته هاڻي سچ پچ پاڪستان
مري چڪو آهي ۽ هاڻي اُرڳو بن ٻڙين وارو
پاڪستان وڃي بچيو آهي. جنهن جو مقصد ته اصل
باقي نه بچيو هو. ان وقت اسان کي اها خوشفهمي
هئي ته هاڻي ماڻهو قدر ڪندا ۽ غلطين کي تـه
ورجائيندا. پر بدقسمتي سان ان ڪـــانپوءِ جيڪو
تجربو ٿيو ان سڄي ساري خوشفهمي خاڪ ۾ ملائي
ڇڏي ۽ اسان کي اندازو ٿيو ته هي سڀ ڪجهه
انڪري ڪيو ويو ته قدر نه ڪيو وڃي. هاڻي اسان
محسوس ڪيو آهي نه ماڻهن وٽ ووٽ لاءِ وڃـڻ
پنهنجو پـــاڻ سان ۽ ماڻهن سان دوڪـــو ۽ ٺڳي
ڪرڻ برابر آهي ڇو ته اسان ڏسي ڇڏيو هو تـه
ووٽن جي نتيجي ۾ اسان کي ڪوبه تحفظ ۽ بچاءُ نه
مليو. اسان فيصلو ڪيو ته هاڻي ماڻهن کي پڌائيندا سين

تہ هائي علاج رڳو هڪ وڏي آپريشن جي ذريعي ئي ممڪن ٿي سگهي ٿو. جيڪڏهن ان لاءِ تيار اهيو تہ اڳتي وڌي اچو.

جيڪڏهن ان جي طاقت آهي تہ پوءِ ڪريو، پر ان کان گهٽ ڪنهن بہ ڳالهہ مان چڱي نتيجي جي اميد نہ ڪجو. (سردار صاحب جو اشارو بلوچستان جي آزادي واري جدوجهد ڏانهن هو) ها باقي ٿوري جهڙي عارضي چڱيلائيءَ لاءِ ڪا دوا وغيره کائڻ چاهيو ٿا تہ اهو توهان جي مرضي تي ڇڏيل آهي- پر اهو ان مرض جو هميشہ لاءِ علاج نہ ٿيندو. هي جيڪو ڪنفيڊريشن جو تصور يا خيال آهي. اهوئي هڪ آخري حل هو مريض کي چوتڪاري ڏيارڻ جو پاڪستان کي بچائڻ جو) پر مون کي ان لاءِ ڪجهہ سائين يا دوستن جي تلاش هئي جيڪي (بلوچستان کان ٻاهر) نہ ملي رهيا هئا. پر اهوئي آخري حل هو جنهن ۾ اسان لاءِ تحفظ ۽ بچاءُ جي ڪا اميد ۽ ضمانت جو ڪو سامان هو ۽ پاڪستان جي بچڻ جي ڪائي صورت ممڪن هئي. ان لاءِ مان اڪيلو تہ ڪنفيڊريشن نہ ٿي ٺائي سگهيس. ڪنفيڊريشن خلائن يا هوائن ۾ تہ نٿي ٺهجي سگهي. ان لاءِ سنڌ ساٿين جي ضرورت هئي. آخرڪار جڏهن ٻين کي بہ زخم رسيا سنڌن کي احساس ٿيو تہ حل رڳو اهوئي آهي.

پشتونن محسوس ڪيو تہ اسان پـوئتي رهجـي
ويندا سين. اهڙي طرح اِها سوچ عام ٿي. مون شروع
۾ بہ اِهائي ڳالهہ اشارتـن ڪئي هئي جنهن ۾ انهن
دوستن مون کي چيو هو تہ اسان کي اهو ڪم ڪوبہ
ڪرڻ نہ ڏيندو ۽ ان جي مزاحمت ٿيندي.
پر علاج اِهوئي آهي. پـوءِ جڏهن انهن جي لابـي
(گروهہ) پيدا ٿي وئي تہ اسان اِها ڳالهہ ڪئي. پـر
ڪنفيڊريشن ڏهندي جڏهن پنجاب راضي ٿيندو ۽ ها
ڪندو. جيڪي ماڻهو مون کي چون ٿـا تہ توهان
آزاد بلوچستان جو نعرو ڇڏي ڏنو آهي. انهن کي
مان چوان ٿو تہ مون ناهي ڇڏيو. ڇو تہ نہ پنجاب ٿي
ها ڪندو ۽ نہ ڪنفيڊريشن ڏي ڏهندي ڪنفيڊريشن
جيڪڏهن سنڌ بلوچستان ۽ سرحد جي ها چوڻ سان
انهن وچ ۾ بڻجي ٿي سگهي تہ پوءِ مان چوان ٿو
تہ واقعي مان هائي آزاد بلوچستان جي دعوي تـان
هٿ کڻي ويو آهيان بدقسمتيءَ سان پنجاب جـو
پروگريسو، پنجاب جو مولوي، پنجاب جـو فيوڊل
(چوڌري) پنجاب جـو ڊيموڪريٽ، پنجاب جـو
بيورو ڪريٽ سڀ ساڳي ئي زبان ڳالهائن ٿا. انهن
وچ ۾ جيڪڏهن ڪو اتفاق راءِ آهي تہ رڳو ان ٿي
ڳالهہ تي آهي تہ ١٩٧٣ع واري آئين جي صوبائي
خود مختياري وارو حصو زنده هجي. اهي چون ٿـا
باقي تہ آئين مري چڪو آهي پر صوبائي خودمختياري

ڏارو حصو قائم آهي. سان تہ چوان ٿو تہ اُنهن پنهنجي ڪپڙن سميت مري چڪو آهي.

اسان ايترا بہ بيوقوف ناهيون جو حقيقت کي نہ سمجهي سگهون. اسان جاهل ٿي سهي پر ڪي حقيقتون اسان بہ ڄاڻون ٿا تہ اُن ڳالهہ تي يسار دوست چو گڏ ۽ متفق آهن. اسان جي موقف جي جنهن غلط طريقي سان هو مخالفت ڪري رهيا آهن سون کي يقين آهي تہ اسان‌جي ماڻهن ۾ يڪسو هئڻ ۾ ڪا ڪسر ۽ ڪمي پيشي رهجي وئي آهي جيڪا مخالفت جي موجوده انداز ۽ طريقي سان پوري ٿي ويندي.

سون ولي خان کي بہ خط لکيو هو تہ اسانکي ڪجهہ تہ اسان ڪين چئون تہ هو پنهنجو پاڻ کي پنجابي ڪوٺي اسان جي قرلٽ ۽ استحصال ڪري، قرلٽ ۽ استحصال تہ پنجاب ٿو ڪري پر اسلام جي نالي تي، پائيچاري جي نالي تي، خدا دوستي جي نالي تي ۽ پاڪستان ٺي جي نالي ۾ ٿو ڪري، ائين نہ ٿئي تہ انهن کي ٻڌايو تہ پنهنجو پاڻ کي پنجابي سمجهي قرلٽ ڪن جيئن ماڻهن کي خبر پوي تہ قرلٽ پنجاب ٿو ڪري بہ ڇو تہ هنن وٽ طاقت آهي اسان هنجي تابعداري ڪنداسين. اسين غلامي جا سڀ طريقا ڄاڻون ٿا پر ان وقت تائين جيستائين غلامي ڪري سگهياسين. پر جنهن ڏينهن سمجهيوسين

۽ اڄ اسان پنهنجي گهڻي مان غلاميءَ جو ڳٽ ۽ زنجير ڇني سگهنداسين ان ڏينهن ضرور آزاد ٿينداسين. پوءِ ڪنهن کان به نه پڇنداسين پر هنن کي اِها خوشفهمي نه هئڻ کپي ته هو اسان کي بيوقوف بڻائي اسان تي حڪومت ڪري رهيا آهن. انهن کي معلوم هئڻ کپي ته اسان مجبوريءَ واري غلامي ڪري رهيا آهيون ۽ ان وقت تائين ڪنداسين جيستائين اسان مجبور آهيون. پر هنن کي اِهو يقين ڪرڻ کپي ته هو طاقت جي ڏڍ تي اسان تي حڪومت ڪري رهيا آهن ۽ اسان کي معلوم هئڻ کپي ته هو طاقت جي ذريعي اسان تي حاڪم آهن، جيستائين هنن وٽ طاقت آهي. اسان غلامي ڪنداسين ۽ هو حڪومت ڪندا پر جڏهن اسان وٽ طاقت آئي ته........ پوءِ خوشيءَ سان ته ڪير به غلامي قبول نه ٿو ڪري.

سوال:- سردار صاحب! اوهانجي چوڻ مطابق ته پنجابي جيڪو استحصال ۽ ڦرلٽ ٿا ڪن ان جو ذريعو (Insturment) اوهان پنجابي فوج ۽ سول بيوروڪريسي (نوڪرشاهي) کي ٿا سمجهو يا ان ۾ پنجابي سياستدان پنجابي عوام، پنجابي دانشور طبقي ۽ پنجابي سياست کي به شامل ٿا سمجهو. اوهان جي اصل شڪايت ڪنهنجي خلاف آهي؟

مينگل:- جناب مان انهن سيني کي جدا جدا ان ڪري نٿو سمجهان ڇو ته هي سيئي ڪنهن نه ڪنهن روپ ۾ هڪبئي سان ڳنڍيل ۽ فٽ آهن. اوهان پلي لاشعوري طور سياستدانن ۽ پنجابي عوام کي شڪ جو فائدو ڏياريو، پر ڪنهن حد تائين هٿ انهن سيني جو آهي. ها پر فرق رڳو هي آهي ته ڪنهن جو پورو چنبو آهي، ڪنهن جون ٻه آڱريون آهن. ڪنهن جي هڪ آڱر آهي. ڪنهن جون رڳو دعائون شريڪ آهن- پر شريڪ سيئي آهن. منهنجي راءِ ۽ نظر ۾ هن (ڦرلٽ ۽ استحصال واري) گناهه ۾ پنجاب جو هر طبقو شريڪ آهي. درجي ۽ ڊگري جو فرق ضرور آهي. ان جو مان اوهان کي هڪ مثال ڏيندس. سپ کان پهريئن مان پنجابين کان سوال ٿو ڪريان ته ڇا اوهان هن ملڪ ۾ سچ پچ جمهوريت ٿا چاهيو يا نٿا چاهيو. ڪوبه پنجابي نه چوندو ته مان نٿو چاهيان. ان تي مان وڌيڪ ٿو پڇان ته پاڪستان جي چاليهن سالن تاريخ ڇا ٿي ٻڌائيندي ڇا اوهان کي جمهوريت ملي سگهي ٿي؟ پنجابي دوست جواب ڏيندا ته اها ايتري آسان ٿي سولي ناهي؟

اوهان موجوده مارشللا کي هنائڻ جي ڳالهه ڪريو ٿا؟ ڳالهه رڳو هاڻوڪي مارشللا جي ناهي. ڳالهه ته ان ذهن جي آهي جيڪو مارشللائن جي پاڇي

۾ پيدا ٿيو ۽ پلجي وڏو ٿيو آهي! اوهان اڄ ڏينهن
تائين اِهو ناهي ٻڌايو ته توهان ان مرض (مارشل لا)
جو ڪهڙو علاج ڪيو آهـي، ڪنهن سان وڙهڻو
آهي اوهان کي، هندوستان کي فتح ڪرڻو آ اوهان
کي يا روس کي فتح ڪرڻو آهي؟
آخرڪار ڇا ڪرڻو آ اوهان کي؟

سوال:- سردار صاحب! اوهان رڳو پنجابي عوام کان،
دانشور کان يا سياستدان کان ڪهڙي طرح پڇي
سگهو ٿا فوج جي باري ۾ ۽ فوج جي ارتقاءَ ته
تاريخي عمل، جي ئي نتيجي ۾ ٿـــي آهي. ڪافي
سبب ۽ حالتون انجـون ذميدار آهن. پنجاب جـو
سياستدان جيڪو خود به ناراض آهي، (پنهنجـي
سياسي حق کان) محروم آهي. پنجاب جـو دانشور
جيڪو هميشه آهي مان ۱۹۷۷ع کان پهرين واري
پنجابي دانشور جـــي ڳالهه نٿو ڪريان. اڄ جو
پنجابي دانشور به هاڻوڪي مجموعي صورتحال مان
خوش ناهي.

اهو موجوده حالتن جو جوابدار ناهي. فوج هڪ امر
واقعي جي روپ ۾ انهيءَ آڏو آهي. اوهان جو خيال
آهي ته پنجابي جيڪڏهن ان مسئلي بابت ڳالهائي
ته ان کي ماريو نه ويندو. پر پنجاب ۾ ڪابه ڳالهه
ڪرڻ اوهان جي مقابلي ۾ ڏاڍي ڏکي آهي. پيو ته

جيڪڏهن هو اهڙي ڳالهه ڪري به ٿي ته انوت کهڙي طاقت آهي. جنهن اداري ڪي اوهان جنجهوڙڻ ۽ توڙڻ تا چاهيو اهو ته خود بالادست آهي طاقتور ۽ سپريم آهي، ان معاملي ۾ ته پنجابي پڻ بيوس ۽ لاچار آهي، ڇا اوهان اهو محسوس نٿا ڪري سگهو؟

**سينگل:-** نه سائين، فوج بابت پنجابيءَ جو رويو اسان کان ڪافي مختلف آهي- مان انگن اکرن سان اڄ ڳالهه کي واضع ۽ چٽو ڪرڻ چاهيندس ڇهه لک فوج سان گهٽ ۾ گهٽ ٽيهه پنجٽيهه لک ماڻهو وابسته آهن ڇو ته هڪ خاندان گهٽ ۾ گهٽ پنج ڇهه ماڻهن تي ته ٻڌل هوندو ئي هوندو آهي. ٻيو ته اوهان جا رٽائرڊ فوجي به آهن، فوجي فائونڊيشن ۾ ماڻهو آهن، ٽيون ته هڪ معمولي فوجي سپاهي کان وٺي جرنيل تائين، اوهان ماڻهو مختيارڪار کان وٺي گورنر تائين ٻهچ ۽ اثر ذريعي پنهنجا ذاتي فاعدا حاصل ڪريو ٿا. هڪ معمولي سپاهيءَ جي مختيارڪار تائين پهچ آهي. ميجر ڪرنل ۽ جرنل جي گورنر تائين پهچ ۽ رسائي آهي.

اهڙي طرح اوهان موجوده "سيٽ اپ" جي وڏ جڪ مان فاعدو حاصل ڪري رهيا آهيو فوج ۾ ايڪانوي سيڪڙو پنجابي آهن ۽ نو سيڪڙو سرحد جا پٺاڻ

آهن. سنڌي ۽ بلوچ اتي ۾ لوڻ برابر به ناهن- انهن
ٻنهي قومن جي نمائندگي نه هئڻ برابر آهي، سرحد
جا فوجي آفيسر، سپاهين جي تناسب کان ڪجهه
وڌيڪ آهن. انهن کي نمائندگي واري تناسب کان
ڪابه شڪايت ڪانهي. جيڪڏهن اسان جي نمائندگي
به ايتري هجي ها ته شايد اسان کي پڻ ڪابه
شڪايت ڪرڻي نه پوي ها ۽ مسئلن جي حل ۾
ايتري ڏيکائي نه ڏسڻي پوي ها. پر مسئلو فوج ۾
اينڊز گهٽ يا وڌيڪ پرتي جو ناهي. مسئلو رڳو ۽
رڳو حقن جو آهي.

سوال:- پر سردار صاحب جيئن مون عرض ڪيو ته
تاريخي ۽ ٻيا عملي ڪارڻ فوج کي وجود ۾ آڻڻ
جا جوابدار آهن. اوهان کي جيڪڏهن ڪا شڪايت
آهي ته ان ۾ ڪنهن پنجابي جو ته ڪوبه ڏوهه ئي
ناهي؟

مينگل:- ان ۾ ڪوبه شڪ ناهي ته فوج علحيدگي سان
گڏوگڏ ئي وجود ۾ اچي چڪي هئي پر ان وقت
ان جو تعداد ٻنهه گهٽ هو. ان جي باوجود به
اقتدار تمام جلدي انهن کي هٿ اچي ويو. اهو
جنرل ضياءُالحق سان ناهي ٿيو. ان ڪانسواءِ اسان جي
راءِ ۾ ته اقتدار عوام جي هٿن ۾ آيو ئي ناهي،
ٿورو گهڻو جيڪڏهن وقفو مليو به، ته اهو ٻنهه

ناڪافي هئڻ برابر هو جنهن جي ڪائي حقيقي اهميت ناهي.

اسان جو اندازو آهي ته گهٽ ۾ گهٽ هڪ ڪروڙ پنجابي يا انهن سان لاڳاپيل ماڻهو جيڪي موجوده صورتحال ۾ يعني فوج سان وابستگيءَ جي ڪري سڌي يا اڻ سڌي طرح فائدو حاصل ڪري رهيا آهن. جيڪو پنجاب جي آبادي جو ٽيون حصو آهي!

سوال:- سردار صاحب! اوهان پهريون ته ٽيهه لکن جا انگ اکر ٻڌايا هئا. پوءِ ڪن ٻين ماڻهن جو ذڪر ڪيو اهي هڪ ڪروڙ ڪيئن ٿيا.

سينگل:- ڏسو نه جيترا فوجي گذريل ستٽيهه سالن ۾ رٽائيرڊ ٿيا آهن- اهي پينشن وٺي رهيا آهن. ان جو مطلب ته ان ئي اداري جي سهاري هلي رهيا آهن. فوجي فائونڊيشن وارا، سول ادارن ۾ ڪم ڪندڙ هون ته ڏسو ته هتي جو فوجي رٽائرڊ ٿئي ئي نٿو. هتي جا سڀئي فوجي فيلڊمارشل آهن. ڪهڙي طرح؟ اهو هن طرح جو جڏهن به فوجي رٽائرڊ ٿئي ته ان کي ڪٽي نه ڪتي ٿنڀو ٿو وڃي. هن کي تيستائين رٽائرڊ نٿو ڪيو وڃي جيستائين هو ويچارو لٺ جو سهارو نٿو وٺي. اهڙي طرح اهي وڃي هڪ ڪروڙ ٿيا جن تا جيڪي فوج جي اداري سان لاڳاپيل آهن. سڌي يا اڻ سڌي طرح پنجاب ۾ انهن جو سهارو ٿيل آهي.

اهڙي صورت ۾ پنجاب جا ماڻهو رڳــــو اقتدار ۽
ڪنهن وڏي مصلحت خاطر هن اداري (فوج) کي
ڪمزور ڪرڻ جي راهه اختيار نٿا ڪن. ٻي وڏي
ڳالهه هيءَ آهي ته پنجابــي سياستدان ان عمــل ۾
مڪمل طور ملوث آهي. ان کي مان نه بخشيندس.
فرق ضرور آهي- پر جيئن مون چيو ته ڪو شعوري
طور تي ان صورتحال کي برقرار رکڻ چاهي ٿو ته
ڪوئي لاشعوري طور تي- ڪنهن جون دعائون ڳڌ
آهن ته ڪنهن جو هٿ ڳڌ آهي. ماضيءَ جي آئيني
۾ ڏسو ته هي سڀ سياستدان موجــود هئا، جڏهن
بنگال تي (فوجي) چڙهائي ٿي، اتي قتل عام ٿيو.
اوهان ڏي ڪٿي مون کي ٻڌايو تــه ان وقت (پنجاب
وارن مان) ڪنهن احتجاج ڪيو
اوهان کي بلڪل نه هٿڻ برابــر ترقي پسند عنصر
ملندو. (جنهن احتجاج ڪيو هوندو) پر اتي ۾ لوڻ
برابر هوندا جن ٿورو کي گهڻو احتجاج ڪيو يا
زبان هلائي- ۽ هائي چون ٿا ته سائين اسان احتجاج
ڪيو هو پر ڪنهن چاپڻ ئــي نه ڏنو. اهي سڀ
(چوڻ جون) ڳالهيون آهن. احتجاج جڏهن ڪرڻو
هوندو آهي ته ڪيو ويندو آهي. ان لاءِ ڪو اجازت
به ڏيندو آهي ڇا؟ پنجابي سياستدانن کي خطرو آهي
ته هي جيڪي ٽي ڪالونيون (عطاءالله مينگل جي
مراد ٽي ننڍا صوبا (سنڌ، بلوچستان ۽ سرحد) آهن

هنن (پنجابين) جون، اهي رهـيون نتيون سگهن، جيڪڏهن فوج کي محدود يا ڪمزور ٿا ڪن.
پوءِ ته هو (ننڍيون قومون) برابري ۾ هڪجهڙائي چاهينديون، هڪ جيترو حصو گهرندا ۽ جيڪڏهن اهو حصو کين نه ڏنو ويندو ته پوءِ هي پاڪستان ئي باقي نه رهندو. پنجابي سياستدان شعوري طور اهو ڄاڻي ٿو تنهنڪري هو فوج کي محدود يا ڪمزور ڪرڻ ۾ ڏر ڏيڻ نٿو چاهي.

سوال:- ان جو مطلب ته اوهان پنجابي سياستدان کي مهڻو ٿا ڏيو ته هنن ۾ اهڙي بصيرت آهي ئي ڪانه جو جيڪڏهن هنن کي عمل جي آزادي ملي به وڃي تڏهن به هو ننڍن صوبن سان انصاف جو معاملو طئي ئي نه ڪندا.

مينگل:- هو (پنجابي سياستدان) بلڪل ائين ڪري ئي نٿا سگهن جناب! ان لاءِ هو (ذهني طور) تيار ئي ناهن. مان ڪنفيڊريشن جي حوالي سان هڪ عرض ڪرڻ چاهيندس ته هيٺئر تائين ته سياستدان ئي چئي رهيا آهن ته ڪنفيڊريشن ملڪ کي ٽوڙڻ برابر آهي. (جنرل) ضياءُالحق ته جيڪو ڪجهه به چيو آهي اهو ته اشارن ۾ چوڻين جي روپ ۾ آهي. پر گهڻو ڪري سياستدان ئي اڳڀرو آهن. (ان عمل ۾) پر اڄ ڏينهن تائين ڪنهن به اهو ناهي ٻڌايو ته ملڪ ٽٽندو ڪيئن؟

اسان جي پروگرام ۾ آخر اها ڪهڙي شي (حڪمت عملي) آهـــي جنهن سان هنـن ڪـي ملڪ ٽٽندي نظر ٿو اچي.

گذريل ڏينهن ۾ هتي هڪ سيمينار ٿيـو. جنهن ۾ اسان جي پروگريسوز (ترقي پسندن) به ڏاڍي شاعرائي انداز ۾ چيو ته ملڪ ٽٽي ويندو، ملڪ پورا پـورا ٿي ويندو، ڪو دليل دلائل، هنن دليل ڪوبـه نه ڏنو.

سوال:- سون ڪي ان سيمينار جا ڪي به تفصيل معلوم ناهن. اتي اوهان جي رٿ آهي سماجي انصاف (سوشل جسٽس) جي گهرجن پٽاندر هڪ اعتراض ٿيو هو ته اوهان جو مطالبو طبقاتي جدوجهد جي حوالي سان ناهي ۽ ان جي ڪاميابيءَ جي صورت ۾ پڻ پيڙيل طبقن سان اِنصاف نه ٿيندو. جيئن بنگلاديش جي ٺهڻ بعد به نه ٿيو. ان سيمينار ۾ اهو چيو ويـــو هو ته سماجي ۽ معاشي انصاف چئن صوبن جي عوام جو مسئلو آهي. اتي ته ڪنفيڊريشن جي حوالـــي سان پاڪستان ٽٽڻ جي ڳالهه وڌيڪ نه ڪانه ٿي.

پسر پاڪستان ۾ اِهـڙي قسم جـي ڳالهه ضـرور ٿي آهي.

مينگل:- ان سيمينار ۾ پڻ اها ڳالهه ٿي هئي. هنن جي سوشلزم جو جيڪو ابـو آهي شيخ رشـيد صاحب

ان ئي ڇيو ته ملڪ ڏڦي ويندو ۽ هي سيئي (ننڍا صوبا) هليا (جدا ٿي) ويندا.

سون ڇيو بابا ڪهڙي طرح ٿيندو هوائن ۽ خلائن ۾ ته نه ڳالهايو. دليل ڏئي ٻڌايو. حقيقت ۾ هنن کي جيڪو اصلي خطرو آهي. جنهن جو في الحال هو ذڪر نٿا ڪن پر آخرڪار ڪڏهن نه ڪڏهن ضرور ڪندا، اهو مان ٿو اوهان کي ٻڌايان. اسان پنهنجي رٽ ۾ واضح طور چيو آهي ته فوج ۾ پڻ برابري واري حصيداري هوندي، سول ملازمت ۾ پڻ ڇئني جو ساڳيو برابري وارو حصو هوندو. فنڊز (پئسو ڏوڪڙ) سڀ ئي صوبن جي حوالي هوندو. هو جيترو مناسب ۽ ضروري سمجهندا اهو ئي مرڪز کي ڏيندا مرڪز هنن تي بخشش نه ڪندو.

سوال:- اوهان جي رٽ مطابق ته مرڪز کي ٽيڪس مڙهڻ جو ڪوبه اختيار نه هوندو.

مينگل:- ائين ناهي. مرڪز جي حوالي ٿيندڙ ادارن جو خرچ پورو ڪرڻ لاءِ جنهن شعبي تي ٽيڪس لڳائڻ ڪافي ٿيندو اهو مرڪز جي حوالي ڪيو ويندو. باقي (مرڪز) هو ڪنهن تي به ٽيڪس مڙهي نه سگهندو. جيئن ته مرڪز وٽ محدود ادارا هوندو ۽ محدود وسيلا هوندا ته هو ضرورت کان وڌيڪ فوج به نه رکي سگهندو ۽ اهي وسيلا صوبن ذريعي

ترقياتي رٿائن جي مقصدن لـي پورو ڪرڻ لاءِ
خرچيا ويندا.

سوال:- جڏهن اوهان مرڪز کي بجاءِ ڏارو ڪاٽو ڏيندا
ته هو فوج ته رکندو. پوءِ ٿوري يا گهٽي. ان جي
ضرورت پوري ڪرڻ لاءِ ته هو ٽيڪس مڙهيندو.

سهگل:- ها هو لڳائيندو. پر ان حد تائين جيتري اجازت
صوبا ڏيندا. هن وقت ته اسان‌جو سڄو پئسو ڏوڪڙ
مرڪز وٽ آهي. مون ان سيمينار ۾ پڻ هنن کان
پڇيو ته جيڪڏهن اڄ پنجاب مرڪز کان الڳ ٿيڻ
چاهي ته ڇا ٽـــي (ننڍا) صوبا ان کـــي روڪي
سگهندا؟ ظاهـر آهي ته نـه .... ڇو تـه پنجاب وٽ
سموري طاقت آهي. هٿياربند فوج به انهن وٽ آهي.
انتظامي مشينري تي (پنجاب) جو قبضو آهي. هـو
(پنجاب) چاهي ته (طاقت ذريعي) ڪنهن کي بـه
جدا ڪري سگهي ٿو. جيئن هن بنگال کي ڪيو.
مون پڇيو ته پلا اوهان اڄ جدا ڇو نٿا ٿيو؟
انڪري جو اوهان مطمئن ۽ راضي آهيو، سياڻـــي
مان راضي هوندس ته ڇو جدا ٿيندس؟
ڇا حب‌الوطني جو ٺيڪو رڳو اوهان کي ڏي مليل
آهي؟ اوهان وٽ اختيار آهي ته اوهان جدا نٿا ٿيو،
جناب پر اسان وٽ به جيڪڏهن اهڙو ئي اختيار ۽
طاقت هجي ته پوءِ اسان کي جدا ٿيڻ جي ڪهڙي
ضرورت آهي. اسان ته ان وقت خوش هـــونداسين،

عيش ۾ هونداسين، کائيندا سين، پئندا سين، پنهنجي مرضيءَ سان. اسان وٽ سڀڪجهه هوندو. اوهان اسان جا محتاج ٿي ويندا. (مرڪندي) اوهان هر وقت خالصتان ڏانهن ويندا. اسان چئو ويندا سين. ته پنجابي سياستدان اِها ڳالهه سمجهي ٿو ته ڪنفيڊريشن جي صورت ۾ انهن جي بالادستي جو ضامن ادارو (فوج) موجوده صورت ۾ شڪل ۾ باقي نه رهي سگهندو. لاڪري سڀ ڪـــان وڏيڪ مخالفت به اهي ئي ڪري رهيا آهن. سياستدانن وٽ دليل رڳو اِهو آهي ته بلوچستان کي اختيار ڏنو ويو ته هو جدا ٿي ويندو، پر ڪيئن؟

بلوچستان جيڪڏهن جدا ٿيندو ته طاقت ذريعي ٿيندو. پنجاب پنهنجي مرضيءَ سان ته ان کي نه ڇڏيندو.

سوال:- سردار صاحب! اوهان جيڪڏهن اينتريقدر غيرمطمئن آهيو جيئن اوهان چئو ٿا ته اوهان آهيو ۽ اوهان جو اِهو تجزيو آهي ته پوءِ اوهان ڪنفيڊريشن وغيره جي چڪر ۾ ڇو پيا آهيو. صاف ڇو نٿا چئو ته اوهان کي علحيدگي (آزادي) کپي؟

مينگل:- (ٿورو شوخائيءَ سان) مون ته چيو هو ته اسان جدا ٿيڻ ٿا چاهيون. پر اسان وري به چئون ٿا ته جيڪڏهن پاڪستان جي فريم ورڪ اندر باعزت طريقي سان اسان جي رهڻ جي ڪائي صورت نڪري

ٿي پوي ته ان کي به ڏنو وڃي. مان علحدگي يعني
جدائيءَ جي ڳالهه شوقيه نه نٿو ڪريان. منهنجي
اها خواهش نه ناهي ته تاريخ ۾ منهنجو نالو رهجي
وڃي، مان ڪائي مهم جوئي نٿو ڪرڻ چاهيان.
مان ته مجبور ٿي ڪري علحدگي (آزاديءَ) جي
ڳالهه ڪري رهيو آهيان. مان ته سڪ شانتي ۽
سهولت ٿو چاهيان. جيڪڏهن وڌيڪ خون خرابي
کان بنان جيڪا آزاديءَ جي صورت ۾ لازمن هوندي،
ڪا ٻي شڪل ٿي سگهي ٿي ته مان ان لاءِ تيار
آهيان. جيڪڏهن هي ملڪ ڪنهن اهڙي صورت ۾
بچي سگهي ٿو، جو سيئي مطمئن ۽ راضي ٿي وڃون
ته پوءِ ٺيڪ آهي. اِهو نه ته مان پاڪستان تي ڪو
احسان ٿو ڪريان. مان ته اِهو ٿو چوان ته اسان
سڀني جو ڀلو به ان ۾ ئي آهي.
پر جيڪڏهن ڪائي اهڙي صورت نٿي نڪري ۽
پنجابي اسان تي پنهنجون رٿون ۽ آئيني اسڪيمون
مڙهين ٿا؛ مسلط ٿا ڪن ته پوءِ ڪا ٻي شڪل ٿي
سگهي ٿي.
جيئن مون اڳم ئي عرض ڪيو آهي ته ڪنفيڊريشن
جون پڻ به شڪلون ٿي سگهن ٿيون هڪ ته چئني
صوبن وچـ ۾ پـر جيڪڏهن پنجاب نٿو مڃي ۽ ان
کي روڪڻ لاءِ طاقت استعمال ٿو ڪري، موچڙاماري
ٿئي ٿي، خونريزي ٿئي ٿي- ٻنهي طرفن کان ماڻهو

تا مرن تہ پوءِ ڪنفيڊريشن ٿيندي. ٽن صوبن وچم
يعني سنڌ، سرحد ۽ بلوچستان وچم، ۽ پنجاب وچ
مان نڪري ويندو. پو جيڪڏهن اچان بہ پنجاب
وچم لاشن جا ڍير لڳائي ڪنهن بہ قسم جي ديوار
ڪڙي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. جهڙي ريت هنن
بنگال ۾ ڪيو هو.
بنگالين پهريان ڇهن نقطن جي ڳهر ڪئي هئي پر
جڏهن پنجابين چيو تہ نہ مڃينداسين، هاڻي جڏهن
ڪنفيڊريشن جي ڳالهہ ٿي آهي تہ پڌون ٽا تہ
پاڪستان ۾ ٽاڙيون ٿا وڄائن. (جنرل) ضياءُالحق
واپس آيو هو تہ ماڻهن خوشيون ملهايون ٿي تہ
بنگال ڪنفيڊريشن جي ڳالهہ مڃي آ. پر خوشيون
تڏهن ٿا ملهائن جڏهن هنن جا بي شمار بي ڏوهي
ماڻهو ماريا ويا آهن. هينئر ڪهڙو بنگالي ليڊر
ڪنفيڊريشن لاءِ هٿ وڌائي ٿو سگهي. پئي ڏينهن
وري ماڻهن جا لاش نظر ايندا تہ هي ڪنهن جي
لاشن جا ڍير پيل آهن. ڪهڙو بنگالي ليڊر هٿ
وڌائيندو. ڪنهن کي بہ جرائت نٿي ٿي سگهي.
اوهان جي فوجي حڪومت تہ هٿ ملائي ٿي سگهي
پر بنگالي ليڊرن کي بہ پنهنجي انجام جو خطرو
آهي. اهڙي طرح سپاڻي جيڪڏهن هنن سنڌ ۾،
بلوچستان ۾ يا فرينٽيئر ۾ لاشن جا ڍير لڳايا
تہ پوءِ ڪنهن کي جرائت ٿيندي. هن وقت حڪومت

جو ساٿ ڏيڻ وارن (سردار صاحب ڪجھ نالا ورتا) ڪي بہ جرائت نہ ٿيندي جو هٿ ملائن. هن وقت ساٿو ايترا طاقتور آهن جو سندن ڪنڌ ڪپين. اِهو ناهي جو اسان اِها ڳالھہ ڪا شوقيہ ٿا ڪريون تہ اسان علحدگي (آزادي) ٿا چاهيون. مان تہ چوان ٿو تہ جيڪڏهن ڪو حل آهي. ڪنفيڊريشن ڪان گهٽ جنهن ۾ اسان جا حق محفوظ ٿين ٿا تہ .... ڏسو نہ ٻيا صاحب ڳالھہ ڪن ٿا صوبائي خود مختياري جي. تہ انهن کي پروونشنل ايٽا نامي (صوبائي خود مختياري) ڏني وڃي. مسئلو هاڻي خود مختياري جو ناهي رهيو. اسان تہ ١٩٧٣ع واري آئين واري خودمختاري بہ مڃي چڏي هئي جڏهن تہ اها خود مختياري هئي ئي ڪان. پنهنجي پارٽيءَ جي منشور جي خلاف ورزي ڪندي اسان ان خود مختياري (٧٣ع جي آئين واري مڃي هئي.

اسان جي منشور ۾ مرڪز لاءِ رکيو چار ادارا (سبجيڪٽس) هئا. مسئلو خود مختياريءَ جو ناهي. هاڻي تہ مسئلو رکيو ان ڏنل صوبائي خود مختياري کي ضمانت جو آهي جنهن ذريعي ان جو بچاءُ ڪري سگهجي ۽ اها ڪٿي بہ موجود ناهي ۽ اهوئي اسان جي اصل مايوسيءَ جو سبب آهي.

گذريل ستيهہ سالن دوران خود مختياري تہ ڇا سر جمهوريت جي ضمانت پڻ ناهي ڏني وئي جنهن جو

سڀ کان وڏيڪ فائدو پنجاب کي مليو آهي ۽
جيڪڏهن جمهوريت به هجي ها، ته پنجاب وڏي مان
شان سان جمهوري عمل ذريعي ڦرلٽ ڪري ها
۽ ڪوبه اعتراض ڪرڻ وارو نه هجي ها. جيڪ
ٿيءَ سندن (پنجابين جي) ئي حق ۾ هجي ان جي
به ضمانت ملي نه سگهي ته پوءِ اسان جي حقن ۽
طئي ٿيل خودمختياري جي ضمانت ڪير ٿو ڏئي
سگهي. اهڙي حالتن ۾ توهان اسان کي ڪيئن ٿا
چئو ته اسان هڪ ٻيو تجربو ڪريون.
جمهوريت جي ضمانت مليل هجي ها ته پنجاب ڏي
مارشل لا ذريعي حڪومت ڪرڻ جي ذلت
برداشت ڪرڻي نه پوي ها. پر حالت هيءَ آهي جو
هر پنجن سالن کانپوءِ فوج ڪشي ڪئي ٿي وڃي.
پوءِ ڪو نه ڪو ڪمزور ماريو ٿو وڃي ۽ پوءِ
تاريخ وري ان هنڌ تي اچي ٿي پهچائي جنهن هنڌ
تان هليا هئاسون ۽ پوءِ وري توهان ٿا چئو ته، اچو
ته ويهي صوبن ۽ مرڪز کي ڏنل اختيارن جو فيصلو
ڪريون. اها ته ڪا ڳالهه ٿي نه ٿي. اهو هميشه لاءِ
طئي ٿا ڪيو ته مون کي چاهي ڏيڻو.
آخر اهو سلسلو ڪيستائين هلندو. ستيهه سال ته
گذري ويا. هڪ نسل ختم ٿي ويا. نه جناب! هيئن
اهڙي نموني ڪم نه هلندو.
سوال:- سردار صاحب! اسان پنجابي سياستدانن جي ڳالهه

ٿي ڪئي. اوهان ٿا چئو ته اهي ٻه ڌوهي ۽ جوابدار آهن. ان جو مطلب ته اِها اوهان جي سوچيل سمجهيل راءِ آهي ته اهي لاشعوري طور فوج جي بـالادستي (طاقت جي هڪ هٽي) برقرار رکڻ ۾ شريڪ آهن.

مينگل:- جي ها. فوج جي بالادستي هنن کي (Suit) ٿي ڪري، هنجي ارادن کي هنن جي نوآبادياتي ارادن کي راس ٿي اچي. اوهان ٿي ڏسو نه صاحب.

سوال:- سردار صاحب! ڇا توهان اِهو سمجهو ٿا ته اِها نوآبادياتي ذهنيت پنجاب جي سيني طبقن ۾ هڪ ئي سطح تي ملي سگهي ٿي.

مينگل:- آهو چوڻ ته ڏاڍو ڏکيو آهي ته پنجاب جا چار ڪروڙ ماڻهو سڀ جا سڀ هڪ ئي ذهنيت جا مالڪ آهن. مان اِهو نه چوندس پر جن طبقن جي اهميت آهي. پنهنجي جاءِ تـي ۽ جيڪي حالتن ۽ معاملن تـي اثر انداز ٿين ٿا ۽ ٿي ٿا سگهن اهي حڪومت جي اندر به آهن ته حڪومت کان ٻاهر به آهن. گهٽيون ئي لابيون ٺينديون آهن. پريس جي پنهنجي لابي هوندي آهي. بيورو ڪريسيءَ جي پنهنجي لابـي آهي. فوج جي پنهنجي لابـي آهي ۽ سياستدانن جـي پنهنجي لابي آهي.

سوال:- مان سياستدانن بابت وري بـه پڇندس تـه انهن بابت اوهان جي راءِ ڇا آهي؟

بيگل:- انهن جو تمام ننڍو ۽ مشڪل سان نظر ايندڙ طبقو هوندو جيڪو آهو چئي سگهي ٿو تہ انهن (ننڍن قومين) کي چڱيءَ ريت مطمئن ڪريو. هي پنجابي بہ خدا جي بڻايل عجيب مخلوق آهن. انهن کي لالچ جي هوس ۾ ڪجهہ بہ نظر نٿو اچي. اهي لالچ ۽ هوس جي اند ۾ ڪڏهن ڪڏهن خودڪشي بہ ڪري ويهندا آهن- هاڻي ٿورو سوچيو تہ جيڪڏهن اڄ جي حالت ۾ جيڪي هن خطي ۾ پيدا ٿيل آهن. اسان کي غيرمطمئن ڪندو تہ ان جو نتيجو ڇا نڪرندو؟ اوهان افغانستان کي نہ پر روس جي دشمنيءَ کي چئلينج ڪيو آهي.

هاڻي خبر ناهي تہ روس جي صبر جي جهولي ڪيڏي وڏي آهي. چونتا اهو صدين تائين انتظار ڪري سگهي ٿو. نہ تہ جيڪر (سردار صاحب جي چوڻ مطابق) جيڪا چيز چاڙ اوهان ڪريو ٿا خبر ناهي تہ ان جو نتيجو ڇا نڪرندو. هينئر تائين ڇا مان چا ٿي وڃي ها- اوهان مطابق تہ جيڪي ٽيهہ لک افغاني پکوڙا آيل آهن، انهن کي هٿيار بند ڪيو ويو آهي. اهي اوهان وٽ ٽڪيل آهن، اوهان جا مهمان آهن. جن کي اوهان طرحين طرحين هر قسم جون سهوليتون ڏنيون آهن. اوهان هنن کي موڪل ڏني ڇڏي آهي تہ بغير اجازت (پرمٽ) جي هو ڪنهن جانور کي تہ ڇا ماڻهوءَ کي بہ ماري ٿا

سگهن- هنن (افغان پکوڙن) کي اوهان پاڻ وٽ
پناهه ڏني آهي- هندستان سان اوهان جا ناتا ٺيڪ
ناهن. ايران سان به هاڻي اهڙي گنجائش ناهي رهي
جو اوهان کنهن دوستيءَ جي دعوي ڪري سگهو.
جيڪڏهن دشمني ناهي ته دوستي به ناهي رهي.
اهو سڀڪجهه رڳو پنجابي ٿي ڪري سگهن ٿا. ٻئي
ڪنهن جي وس جي ڳالهه ناهي.
(ٺوڪ واري مرڪ جي انداز ۾) ڇو ته آخر هوءَ
(پنجابي) مارشل‌لا قوم آهي. ڪنهن ٻئي کان انجي
اميد نٿي ڪري سگهجي- هڪ مارشل ريس (قوم)
ئي ائين ڪري سگهي ٿي.
سوال:- ٿي سگهي ٿو ته اها هڪ سوچيل سمجهيل
(Calculated) حڪمت عملي هجي ۽ ان ۾ رسڪ
۽ خطري جو عنصر ايتريقدر نه هجي جيتريقدر اوهان
سمجهو ٿا. ته هيءَ خودڪشيءَ جي حڪمت عملي
هجي جيئن اوهان چئو ٿا. ٿي سگهي ٿو ته هنن
اندروني طور ان پاليسيءَ کي ايتريقدر متوازن بڻايو
هجي جو روس جي ضمير جو پيمانو جواڪئي جو
مرحلو نه آيو ۽ گهڻن ئي ماڻهن جي اميدن کان
ابتڙ نه آيو. آخرڪار پنج سال به ته گذري ويا آهن
تنهنڪري ٿي شايد ان کي رڳو پنجابيءَ جي ناداني
سمجهڻ صحيح نه هجي.
مينڪل:- ڏسو صاحب هڪ ڳالهه مان چوان، وڏن ماڻهن

جي سياست اسان جهڙن نمايڙن ماڻهن جي سمجهه ۾
نٿي اچي پر مان ته اِهو چوندس ته انجو سبب روس
جو اهو خيال آهي ته پاڪستان جنهن اقتصادي
بدحالي طرف وڃي رهيو آهي.
ان جي نتيجي ۾ علائقائي، جاگرافيائي ۽ سياسي
حقيقتن جي روشنيءَ ۾ پاڪستان لاءِ پيو ڪو
رستو ئي نه رهندو ڇو ته جيڪا طاقت هنجي ويجهو
آهي- ان ڏانهن ئي نهاري. روس جو اهو اندازو ئي
هينئر تائين هن کي ڪنهن وڏي قدم کڻڻ تان
روڪيو وينو آهي. ان جو اندازو آهي ته هڪ نه
هڪ ڏينهن هن کي (پاڪستان کي) سوشلسٽ
بلاڪ ڏانهن خود ئي واپس اچڻو آهي- اهو ئي سبب
آهي جو هو ڪنهن قدم کڻڻ بجاءِ ماٺ ۾ آهي.
باقي نه ته جيڪا حڪمت عملي اوهان جي آهي ان
۾ ته ڪائي به گنجائش ڇڏيل نه هئي. هو سمجهي
ٿو ته آخرڪار پاڪستان ويندو ڪيڏانهن. حقيقت
هيءَ آهي ته اوهان طرفان معاملو اڪ ٽيٽ ڪان
ڪجهه اڳتي ئي وڏي ڇڪو آ. پر اهي روس جون
پنهنجون ترجيحتون ۽ پنهنجا اندازا آهن جيڪي
اڃان تائين اوهان کي بچايو وينا آهن.
روس جي اها سوچ نه هجي ها. هينئر تائين اوهان
کي ڪا نه ڪا سبق ڏيندڙ ٺڪر لڳي وڃڻ کپي ها.
ڪوبه پاڪستاني حڪام اِها دعويٰ ڪري نٿو سگهي

۽ روس ايترينمر ڪمزور آهي جو هن کي پاڪستان جهڙي ملڪ کي ٽڪرا ٽڪرا ڪرڻ جي جرات ٿي نٿي سگهي. اهو ڪير به نٿو چئي سگهي.

ٻئي پاسي هندستان ويٺو آهي. جيڪو بهرحال پاڪستان کان وڌيڪ طاقتور آهي. روس ۽ هندستان وچم دوستاڻو ناتو جنهن جي پڻ اوهان کي خبر آهي. ايران هينئر اهو ايران ناهي رهيو جو سندس فيسنتم جنگي جهاز اڏامي اوهان وٽ اچن يا پي آءِ اي جا جهاز اتي وڃي لڪي جان بچائن.

چين اهو چين ناهي رهيو جيڪو ١٩٦٥ع ۾ هو. ان وقت هن اوهان جي مدد ڪئي پر هاڻي شايد آهي اوهان جي مدد لاءِ نه اچي سگهن. ته انهن سڀني شين کي ڇاڻن کان پوءِ به هاڻوڪي خارجه پاليسي ويئا هلايو رکڻو ان ڪري جو پئسو اچي رهيو آهي. پر اهو پئسو به نه ملڪ جي ڪم نٿو پيو اچي. اهو به رکو انهن ٿورن ماڻهن جي ڪم پيو اچي جيڪي هڪ خاص حلقو ٺاهيو ويٺا آهن. ان پئسي جي بدلي انهن ماڻهن هن ملڪ کي موت جي ڪنڌيءَ تائين پهچايو آهي ۽ بدقسمتيءَ سان هاڻي رکو پنجابيءَ وٽ ئي اهو اختيار آهي ته هو ملڪ کي خطري کان ڪيئن بچائي ٿو سگهي.

پر ان خطري کان ڪيڻ لاءِ پنجابين کي ڪجهه ٻيون شيون ڪرڻيون پونديون. هاڻي پنجابي پنهنجو

نيڪون بہ برقرار رکي ۽ ان سان گڏوگڏ ان
فوج کي بہ گهٽائي، اهي بئي شيون هڪ ئي وقت
نٿيون ٿي سگهن. انهن حالتن ۾ پنجابي سياستدان
پڻ پنجابي فوج آڏو هٿيار ڦٽا ڪري ڇڏيا آهن.
ڇو تہ انهن کي خبر آهي تہ جيڪڏهن سندن
نوآبادياتي اِرادا آهن. تن جو تحفظ فوج کان سواءِ
ٿي ئي نٿو سگهي. ان کان گهٽ پنجابي سياستدان
ڪجهہ بہ ڪندو يعني فوجي طاقت کي گهٽ
ڪندو تہ ان کي خبر آهي تہ پوءِ ننڍين صوبن واريون
قومون برابري چاهينديون. هاڻي جيڪڏهن ڪنهن
پيءُ جا چار پٽ آهن. هڪ معذور آهي؛ ٻيو لولو
لنگڙو آهي، هڪ سائنسدان ۽ لائق آهي نہ آهي ہر
پيءُ جي ملڪيت ۾ سڀ جا سڀ برابر جا
شريڪ آهن.

سوال:- سردار صاحب ڇا توهان چئو ٿا تہ پنجابيءَ
سياستدان ان ڪيفيت کي جنهن کي اوهان استحصال
۽ ڦرلٽ جو نالو ڏيو ٿا. ارادنن ۽ چاڻي واڻي
برقرار رکڻ ٿو چاهي.

بينگل:- جي ها. بلڪل اهو (پنجابي ستاستدان) ان کي
برقرار رکڻ ٿو گهري. اوهان ڏسو جڏهن هنن
ون يونٽ ٺاهيو هو، جڏهن تہ هنن کي ان وقت فوج
جي پٺڀرائي حاصل هئي. ان کي هنن ساڻ رکيو هو.
پر اسڪيم تہ هنن ئي ٺاهي هئي. **غلام محمد** جي

جي اثر جو حلقو ڪهڙو هو؟ هن ڪهڙن بنيادن تي
اهو قدم کنيو هو.

سوال:- غلام محمد ته سياستدان نه هو ان وقت چوڌري
محمد علي هو ۽ سڪندر مرزا هو. اهي ٻئي ماڻهو هئا
پيو ڪوبه سياستدان نه هو.

سينگل:- سياستدان به ته انهن سان گڏ هئا. ممتاز دولتانا
هنن سان گڏ هو. نوابزاده نصرالله خان پڻ ١٩٦٢ع
جي آئين جي موجودگيءَ ۾ ١٩٥٦ع واري آئين
جي رٽ لڳائيندو وتندو هو. هاڻي اچي هن
١٩٧٣ع واري آئين جو ذڪر شروع ڪيو آهي.
ان جي به هڪ آرٽيڪل کي پڪڙيو وينو آهي ته
صوبائي خود مختياري وارو حصو برقرار رهي.

مون ته هينئر تائين رڳو هڪ ئي پنجابي تي بدو
آهي جيڪر چوي ٿو ته جيستائين ننڍن صوبن جا
حق بحال نه ڪندو ۽ کين مطمئن نه ڪندو ته هي
ملڪ نه رهندو ۽ اهو آهي طارق علي، اهو به شايد
انڪري ٿو چوي جو هو به ٻون وانگر ڏيهه کان ڏور
لنڊن ۾ ٿو رهي. پيو ڪنهن به پنجابيءَ جي واتان
اها ڳالهه ناهي ٻڌي ۽ اها آهي به حقيقت ته اسان
جي شعور ۾ هي ملڪ نه رهندو ۽ چڱيءَ طرح
ٻڌي ڇڏيو. اها ڳالهه چوڻ وقت اسان ڪابه اوپاري
لهواري ڪرڻ نٿا چاهيون.

اسان پنهنجو تجربو ۽ پنهنجي سوچ لڪائڻ نٿا

چاهيون. سٺيهه سالن تائين ته اسان برداشت ڪيو، پهريون اسان جو خيال هو ته هلو پنجاب ننتو مڃي ته پرواهه ناهي. اسان بنگال کي گڏ ڪري ساڻ ڪٺي پنهنجا حق حاصل ڪنداسين. بنگال نه مڃندو ته، پنجاب ساڻ معاملو طئي ڪرڻ جي ڪوشش ڪنداسين. پر هينئر ته اسان‌جي قومي وجود لاءِ هڪ باقاعدا خطرو موجود آهي.

سوال:- طارق علي سان ته اوهان جي ملاقات ڪٿي ٿي آهي- پر هاٿوڪن ڏينهن ۾ اوهان ڪڏهن ملڪ قاسم سان مليا آهيو؟ اوهان ته ٻڌو به نه هوندو ته هن جي سوچ ڇا هي.

مينگل:- واقعي ان سان ڪابه ملاقات ناهي ٿي، پر منهنجي سوچ ۾ ڳالهه ساڳي آهي، ملڪ قاسم آ، خواجه خيرالدين آ، نوابزادو نصرالله آ، يا اصغرخان آ، انهن سيني مرڪز لاءِ چار سبجيڪٽ ( ڪاتا ) گهريا آهن.

سوال:- يعني جيڪا ايم آر ڊي جي قرارداد آهي صوبائي خود مختياري بابت؟

مينگل:- جي ها- اهوئي قرارداد، ان ۾ هنن جيڪا چالاڪي ڪئي آ، (ايم آر ڊي وارن) سا هيءَ آهي ته فنانس ( ماليات ) جو کاتو سڄو سارو مرڪز جي حوالي ڪري ڇڏيو اٿئون. جڏهن اوهان ماليات جو کاتو انهن جي حوالي ڪيو آهي ته ان سان گڏ

اٽڪل ارڙهن شيون هنن جي هٿن ۾ هليون ٿيون وڃن. جنهن شيءِ کي هو ڇيڙڻ نٿا چاهن. اهو هي آهي ته هن ملڪ ۾ ڪيترا آئين اڄ ڏينهن تائين ٺهيا آهن. ١٩٣٥ع جو آئين، ١٩٥٤ع واري آئين جي جهلڪ ڏني سين، پوءِ ١٩٥٦ع جو، پوءِ ١٩٦٢ع جو، پوءِ آخر ۾ ١٩٧٣ع جو، چار پنج آئين جڙيا آهن.

اهي سڀ جا سڀ اڄ جلد سميت، غائب آهن. انهن جو نقل اوهان کي هن ملڪ (برطانيه) ۾ ملندو، هن ملڪ (پاڪستان) ۾ ته ان جو نقل به اوهان کي نه ملندو. جنهن ملڪ ۾ سچي آئين جي باقي رهڻ جي ضمانت ناهي ان ملڪ ۾ آئيني فقرن جي ڪهڙي ضمانت ملي ٿي سگهن. يعني اوهان ڪهڙي طرح چئي ٿا سگهو ته آئين جا فلاڻا فلاڻا شق محفوظ رهندا.

هلو هڪ منٽ لاءِ اوهان ڪٿي ميجو ته جيڪو پنجابي ٽيبل تي ويهي اڄ اوهان سان ڳالهائيندو، دولتانا صاحب هجي يا نصرالله خان. اهي ڪٿي خلوص سان ڳالهائي رهيا هجن، انهن جي نيت ۾ ڪابه شڪ جي جي گنجائش ناهي. پر ڪير ٿو چائي يا ڪير ٿو پڪ سان چئي سگهي ته انهن ماڻهن جي پنهنجي ملڪ ۾ ڇا حيثيت آهي ۽ انهن کي ڪنهن حدتائين فيصلي ڪن حيثيت حاصل آهي، ۽ ڪيستائين انهن

کي اها حيثيت حاصل رهي سگهندي. ۽ انهن جي
پڪ يا يقين ڏيارڻ جو ڪميسٽائين پرم رکيو ويندو.
يا احترام ڪيو ويندو. ان بابت ڪنهن کي
پڪ آهي.
اوهان ڏسو ته ١٩٧٣ع واري آئين ۾ ڀٽي صاحب
پنهنجي چوڌاري هڪ قلعو قائم ڪري ڇڏيو هو.
ڪير ان ڏانهن اک کڻي نهاريندو هــو ته ڦاهيءَ
چڙهي ويندو.
پر ڇا اهو آئين ڀٽي صاحب جو پـڻ تحفظ ۽ بچاءُ
ڪري سگهيو؟ جڏهـن سنـــدس تحفظ ڪري نـه
سگهيو ته اهو آئين اسان جي صوبائي حقن جو تحفظ
ڪيئن ڪندو. ڏسو وڏ ڪان وڏ اوهان اهو ڪري ٿا
سگهو نه ته جنهن صوبائي حقن جي ڳالهه ڪئي.
ان کي غدار سمجهيو ويندو. ۽ غداري جـو ڪيس
سرٽيفڪيٽ ڏنو ويندو.
ان ڪان وڏيڪ تحفظ ۽ وڏيڪ سزا ته اوهان آئين ۾
به نه رکي سگهندا. ته جنهن اهو سڀڪجهه رکيو هو
آئين پنهنجي ان خالق جي به زندگيءَ بچائي نه سگهيو
ته اسان جي ..........
سوال:- سردار صاحب ته اوهان جي اصل الجهن ته هاڻي
واضح ٿــي ۽ اها هيءَ آهي تـه پنجابــي سياستدان
جيڪڏهن هر قسم جي ۽ هر طرح جو يقين ڏيارڻ
لاءِ ڪڻي تيار به ٿي وڃي ۽ اها ڳالهه ڏيي جيڪ

اوهان چئو ٿا يا طارق علي چئي آهي. ته مسئلو ته ٻوء به حل نه ٿيندو؟

اوهان جي تجزئي مطابق ته مسئلو تڏهن حل ٿيندو جڏهن هي جيڪو بنيادي ۽ مرڪزي ادارو آهي جنهن جي ڪري اوهان سمجهو ته پيچيدگيون پيدا ٿين ٿيون ان جي ڳالهه ٿئي. مون هن ڏينهن پنجابي سياستدانن سان جيڪي ڳالهيون ڪيون آهن، انهن جي سوچن ۽ خيالن جو جيڪو اندازو ڪيو آهي. منهنجي راء مطابق ته اهي ملڪ کي متحد ۽ قائم رکڻ لاء ڪافي پري تائين وڃڻ لاء تيار آهن.

انهن جي خيالن ۾ وڏيون تبديليون آيون آهن. ڪنفيڊريشن جو نالو وٺي هو ڪي رعايتون ڏين اهو شايد هنن لاء به ممڪن نه آهي. انهن کي پنجاب ۾ رهڻو ۽ ڪم ڪرڻو آهي. اتي ڪو پنجابي سياستدان ڪنفيڊريشن جي ڳالهه ڪري اوهان کي ڪنهن به قسم جي موٽ ڏيڻ لاء تيار نه ٿيندو ڇو ته دنيا ۾ هن وقت ڪوبه مثال اهڙو ناهي جو ڪٿي ڪنفيڊريشن جو مثال عمل هلي رهيو هجي. هڪ به ڪامياب تجربو ان جو موجود ناهي اهو (پنجابيءَ سياستدان) پنهنجو پاڻ کي هرو ڀرو ذليل ڪرڻ نٿو چاهي؟

ميڪگل:- (شوخيءَ سان) ڪهڙي حلقي ۾ ذليل ٿيندو

اوهان مون کي ڪجهه پڌايو نه .......

سوال:- عوام الناس ۾.

سينگل:- عوام ۾ ذليل ٿيندو؟ ان جو مطلب آهي ته پورو پنجاب ڪنفيڊريشن جو مخالف آهي.

سوال:- ڏسو نه اوهان جو جيڪو تجزيو آهي، ضروري ناهي ته پنجاب جو هر ماڻهو ان جو طرفدار بڻجي ان سان متفق ٿئي. هون به اوهان جي پوري ڳالهه انهن تائين پهتي ناهي. هونءَ به هر ماڻهوءَ جي ذهني سطح اهڙي ناهي ٿيندي جو هو ڳالهه جي هيٺانهين تائين پهچي سگهي،

هي به ٿي ٿو سگهي ته گهڻا ماڻهو اوهان جي دليل سان متفق به نه ٿين، پر انهن جو تعداد به گهٽ ناهي.

سينگل:- (ڪجهه تيزي سان) اسان جو نقطي نظر عوام تائين ڪير پهچائيندو؟ سياستدان ته پهچائيندا. باقي مان پنجابيءَ سياستدانن جي عمل کي ڏسندس سندن ڳالهين کي نه.

سوال!- سردار صاحب! اوهان ماضيءَ جي ڪجهه سياستدانن بابت چئي ٿا سگهو. پر موجوده سياستدانن بابت نٿا چئي سگهو. مان اوهان کي پنجابيءَ سياستدانن جا بيان ڏيکاري ٿو سگهان، جن ننڍين صوبن کي مطمئن ڪرڻ تي بار بار زور پئي ڏنو آهي. اوهان رڳو دولتانا جي بيانن کي ئي ڏسو؟

مينگل:- جي- مان بيان ناهيان ڏسندو. زباني همدردي ته مون وٽ اچي پنجابي سياستدان ايتري ٿا ڪن جو ڪوئي بلوچ به نٿو ڪري- اهو هت اچي همدردي انڪري ٿو ڪري ڇو ته هن کي احساس آهي ته مان تمام گهڻو ناراض آهيان.
ٿنهنڪري هو مون کي ڏسڻ ۽ پرکڻ لاءِ سچي ڳالهه اهڙي طرح ٿو مڃي جهڙي طرح مان ڪريان ٿو. پر مان رڳو اهو ٿو چوان ته هنن جي ڳالهه جتي اچي پهچي ٿي اها هيءَ آهي ته هو اتان پيهر شروع ٿا ڪن ته هاڻي رڳو اوهان هڪ ٻـي ڪوشش ڪري ڏسو- اسان کي اوهان هڪ دفعو وري موقعو ڏيو.
اسان سڀ معاملا ٺيڪ ڪري ڇڏينداسين. جناب، ڪٿي موقعو ته اسين اوهان کي ڏيون پر اوهان اسان کي ٻه ۽ ٻه چار وارو حساب ڪري ٻڌائيندو ته اهي چار ٿي ٿيندا، پنج نه ٿيندا. اوهان ٻه ۽ ٻه ملائي پنج ٻڌائيندا جيڪي نه ڪڏهن ٻڌيا آهن نه ٻڌبا. اهڙي طرح اوهان جو ڪڍيل نتيجو رياضي (حسابن) جي اصولن مطابق غلط ٿي ويندو.
سوال:- جناب سياستدانن جو ڪڍيل نتيجو اتي غلط ٿيندو آهي- جتي اهو عنصر ۽ اهو خاص عامل (عمل ڪندڙ) ان ۾ داخل ٿيندو آهي.؟
مينگل:- (ٿوري تيزي مان) اهوئي ته مان چئي رهيو آهيان: ان ٿي عنصر ۽ عامل جي ڪري ته سڀئي

اندازا ۽ حساب (نتيجا) غلط ثــــي ثا وڃن. اصل ڳالهه ٿي ته اها آهي.

سوال:- اوهان معاملي کي اهڙي طرح ڇو ٿا ڏسو جو ان عنصر يا ان عامل کي محدود ڪرڻ، ڪمزور ۽ هيٺو ڪرڻ يا جمهوري عمل ۾ اٽڪڻ کان روڪڻ پنجابي سياستدانن جي به وس جي ڳالهه ناهي. ٿــي سگهي ٿو ته هو پوري طرح اوهان سان متفق هجي ۽ خلوص سان اهــو ڪجهه چاهيندو هجــي جيڪو اوهان چاهيو ٿا. پـــر موجوده حقيقت آڏو اهو بـــه بي وس هجي.

بينگل:- اسان ان کي پوءِ هڪ ٻيو رستو ٻڌايو آهي!

سوال:- ڪنفيڊريشن جو؟

بينگل:- ها ڪنفيڊريشن وارو متبادل رستــو اسان انهن آڏو رکيو آهي.

سوال:- هلو اسان فرض ٿا ڪريون تــه هو اوهان جي تجويز ڪيل ۽ ٻڌايل حل کي مڃن ٿا پـر مسئلو ته پوءِ به اهوئي رهندو ته ٻليءَ جي ڳچيءَ ۾ گهنڊڙي ڪير ٻڌندو؟

بينگل:- بال ته پوءِ بـــه پنجابي سياستدان جي ڪورٽ ۾ ئي رهندو ڇو ته اهو ان جو ئي فرض آهي ته هو پنهنجي عـــوام وٽ وڃي ۽ انهن کي مڃائي تـه جمهوري عمل جي تسلسل جو بندوبست ڪرڻ لاءِ فوج کي بيرڪن ۾ موڪلڻو پوندو.

پوءِ ملڪ کي قائم رکڻ لاءِ ننڍن صوبن جي نمائندن ۽ اڳواڻن سان هڪ هنڌ ويهي اهو طئي ڪرڻو پوندو ته هاڻي گڏجي رهڻ جو فارمولو ڇا هئڻ کپي. اها سڄي ذميداري پنجابي سياستدان جي آهي. جيڪڏهن هو اوهان جي چوڻ مطابق فوج کي اقتدار ڏيارڻ يا بار بار آڻڻ ۾ شريڪ ناهن.

سوال:- ڏسو انسان ذهني سفر هڪ ارتقائي عمل، ذريعي ڪري ٿو. اوهان ٿي ڪٿي پنهنجي ذهني سفر جو حال ڏسو.

اوهان ١٩٧٣ع کان ڏسو، ١٩٧٠ع کان ٿي ڏسو. اوهان پاڻ ٿي چئو ٿا ته اسان بنگلاديش جي آزاديءَ کان پوءِ هڪ قسم جي خوشفهمي ۾ مبتلا هئاسين پر بعد ۾ مايوس ٿياسين اهڙي طرح پنجابي عوام ۽ پنجابي سياستدان هڪ ٿي وقت سهئي نتيجا اخذ ڪري ته نٿو سگهي؟

مينگل:- اهو درست آ ته پيا به ڪيترائي محرڪ ٿيندا آهن جيڪي آهستي آهستي ماڻهوءَ کي اڳتي رڙهڻ لاءِ ڏڪين ٿا.

سوال:- اها حقيقت آهي ته هاڻي پنجابي سياستدانن جون اکيون کلي رهيون آهن. اهي ننڍن صوبن کي مطمئن ڪرڻ واري ضرورت جا قائل ٿيندا پيا وڃن ۽ اڄ سندن سوچ اها ناهي رهي جيڪا ١٩٧٧ع ۾ يا ان کان جلد پوءِ هئي. پنجابي دانشور جون اکيون پڻ

ڪلي رهيون آهن. لنڊن جي جنهن سيمينار جو اوهان ذڪر ڪيو آهي- ان ۾ به ان ڳالهه تي اتفاق هيو. پنجابي مقررن جي تقريرن ۾ پڻ، ته فوج جو سياست ۾ ملوث هئڻ هاڃيڪار آهي ۽ انجو ڪوئي حل ڳولڻ کپي.؟

بينگل:- ها ان ڳالهه تي ته سڀ متفق هئاسين.

سوال:- پنجاب جي ذهين طبقي جي سجاڳيءَ جو عمل پڻ تيزي سان اڳتي وڌي رهيو آهي ۽ مون کي اوهان جي ان راءِ سان پڻ اتفاق ناهي ته پنجابي سياستدان، فوج جي عملي اشتراڪ سان پنهنجو يا فوجي اقتدار برقرار رکي يا ان کي اينگهه ڏيڻ جو خواهشمند آهي.

ان جي ابتڙ پنجاب ۾ هي احساس وڌ کان وڌ زور وٺندو پيو وڃي ته ننڍن صوبن کي هر قيمت تي خوش ڪرڻ کپي. اوهان پنجابي سياستدانن يا دانشورن بابت غلط سوچ نه رکو. ٿي سگهي ٿو ته اوهان پنهنجي ذاتي ۽ تلخ (ڪٽر) تجربن ڪري سچائي تي هجو. پر مان جيتريقدر انهن (پنجابين) جي سوچ کان مان واقف آهيان ته اوهان سان ان تي اختلاف جي جرات ضرور ڪندس ته پنجابي سياستدانن جي سوچن، غرض ۽ مقصدن بابت اوهان جو تجزيو درست ناهي. چند پنجابي سياستدان بي شڪ اهڙا به هوندا جيڪي چوندا هوندا ته هيءَ

قوميتن واري ڳالهه يــا مرڪز جــي اختيارن کــي گهٽائڻ واري ڳالهه چند گمراهه ماڻهو ئــا ڪن ۽ ننڍين صوبن خاص ڪري بلوچستان ۾ سڀ ماڻهــو خوش ۽ مطمئن آهن. ڪنهن کــي ڪابه شڪايت ناهي. پــر اهڙيــون ڳالهيون پــڻ رڳــو چند ماڻهو ڪري رهيا آهن.

ان ڪانسواءِ اهو احساس ته ننڍين صوبــن کي راضي ڪرڻ لاءِ ڪجهه ڪرڻ جي ضرورت آهي ۽ هٿياربند فوج کي هر هر مداخلت ڪرڻ کان روڪڻ ۽ باز رکڻ لاءِ چند تــدبيرون اختيار ڪرڻيــون پونديــون پنجاب ۾ پڻ هينئر اهو تاثر عام آهي ۽ ماڻهو چئي رهيا آهن ته موجوده صورتحال جيئن آهي تيئن باقي نه ٿي رکي سگهجي.

انڪري اوهان کي مايوس نه ٿيڻ کپي خاص ڪري پنجابي دانشور کان. ير اوهان فرمايو ته اوهان آڏو پنجابي سياستدان جيڪڏهن اوهان جو ساٿي ۽ هــڏ ڏوکي بڻجي به ٿو وڃي ته ڇا اوهان سمجهو ٿــا ته اهي آسانيءَ سان ڪامياب ٿي سگهن ٿا ۽ اوهان پارٽ پنهنجي ڪنفيڊريشن واري تصور جي ڪاميابيءَ جا ڪهڙا امڪان ٿا ڏسو؟.

مينگل:- ان جون ٻه شڪليون آهن. جيڪڏهن پنجابي عوام ۽ سياستدان اسان جو ساٿ ڏين ٿا ته پوءِ اسان واري هيءَ جدوجهد اهڙي طرح ٿيندي جــــو اسان

گڏجي فوج کي چئون ته حڪومت ڪرڻ اوهان جو ڪم ناهي.

اوهان جو ڪم آ سرحدون سنڀالڻ ۽ جيڪڏهن هو اهو مڃن ٿا ته پوءِ اسان گڏجي ويهي طئي ڪريون ته ملڪ جو ايندڙ دستوري نقشو ڪهڙو هئڻ کپي!

بي شڪل هيءَ آهي ته پنجابي خاموش رهن ۽ پوءِ اسان کي مارڪٽ ٿيندي ۽ اها اسان کي خبر آهي ته حق گهرندڙ کي حق سستو نه ملندو بهرحال مارڪٽ ٿيندي ان ۾ ڪوبه شڪ ناهي. پوءِ جيڪڏهن اسان جي مارڪٽ تي پنجابي سياستدان خاموش رهيو ۽ پنجابي عوام جو ڪردار هڪ خاموش تماشائيءَ وارو رهيو ته پوءِ هي ملڪ ٽٽندو ۽ آخرڪار ٽي ننڍا ۽ مظلوم صوبا پنهنجي وات پاڻ ئي الڳ ٿيندا.

ان صورت ۾ پنجاب بهرحال گهاٽي ۽ ٽوٽ ۾ ويندو. پر اوهان جي خاموشيءَ جي صورت ۾ هو (فوجي) پير ڪوڙي اسان کي مارو ماري ڪندا ۽ اسان جي چڱي خاصي مرمت ٿيندي. اسان اهو به محسوس ٿا ڪريون ۽ چاهيون ٿا ته جيئن بنگلاديش سان ٿيو ان ڪان به وڌيڪ ٿي سگهي ٿو.

هتي ته انهن کي جاگرافيائي ۽ علاقائي ويجهڙائپ جو پڻ فائدو ٿيندو ۽ هنن کي موثر طريقي سان اسان کي دٻائڻ جي ڪوشش آسان ٿيندي ۽ اهو به

ممڪن آهي تہ جيڪڏهن اسان سندن وڪيٽن تـي
ڪيڏياسين تہ اسان جو نقصان وڏيڪ ٿيندو ۽ جيڪڏهن
هو اسان جي وڪيٽ تي ڪيڏيا تہ پوءِ نقصان سندن
ٿيندو ۽ انهن لاءِ مشڪل ٿيندو.

اهو سچو فني معاملو ٿي ويندو ۽ مختلف مرحلن ۽
عملن تي انهن جو انحصار رهندو. پر نقصان تہ پوءِ
بہ اسان کي ئي برداشت ڪرڻو پوندو. ان ڳالهہ جي
بہ اهميت هوندي تہ ڪير ڪهڙي غلطي ٿو ڪري
پر جهڳڙي جـي صورت ۾ بهرحال نقصان پنهـي
ڌرين جو ٿيندو.

جڏهن بنگال وارن کي مارڪٽ ملي تـہ هنن چيو
تہ مغربي پاڪستان اسان تي ظلم ٿو ڪري. ان ۾
اسان بہ شامل سمجهيا وياسين.

ان سلسلي ۾ اسان پنهنجي خاموش رهڻ واري ڏوهہ
کان تہ انڪاري ناهيون جڏهن تہ عملي گناهہ سان
اسان جو ڪوبہ واسطو ڪونہ هو. (بندوق پنجابـي
فوج جي هٿ ۾ هئي. پر ان کي هلائڻ وارن هٿن
۾ مغربي پاڪستان جي روپ ۾ اسان جـا هٿ بہ
شامل ڪيا ويا.)

اهڙي طرح هاڻي جڏهن اسان جو وارو ايندو ۽ اسان
جي مارڪٽ ٿيندي تہ پنجاب جي هـر طبقي کي
ان ڏوهہ جو ڏوهي بڻايو ويندو ۽ سڀني (پنجابيـن)

ڏانهن آڱريون کڻنديون ۽ گڏيل نموني چيو ويندو
ته اهو سڀ ڪجهه پنجاب ڪري رهيو آهي. پر
جيڪڏهن سياستدانن کي اڃان به اهو وهم آهي ته
ووٽ جي ذريعي حقيقي جمهوريت بحال ٿيندي ۽
پوءِ اسان کي موقعو ملندو ته گڏجي ويهي ناهه
ڪريون ته هو وڏي خوشفهميءَ ۾ مبتلا آهن ۽
ائين نه ٿيندو.

هيءَ ته اهڙي خوشفهميءَ آهي جو مون جهڙو
ماڻهو به ان ۾ مبتلا ٿيڻ لاءِ تيار ناهي.
حقاني صاحب! مان اوهان کي ٻڌايان ٿو ته مون وٽ
ڪجهه دوست آيا مون انهن کي چيو ته اوهان
فوج جي پاڇي هيٺيان (اقتدار جي) ڪرسي ٿا چاهيو
يا سچي جمهوريت ٿا چاهيو. انهن چيو ته اسان ته
بغير ڪنهن ملاوٽ واري جمهوريت ٿا چاهيون.
مون چيو ته پوءِ ڳالهه ته وڃي ساڳي بيٺي. منهنجي
مطالبي ۽ اوهان جي مطالبي جو نتيجو ساڳيو
ٿيندو. اوهان جي مطالبي جو نتيجو به هٿيار بند
(پنجابي) فوج سان ٽڪراءُ آ ته منهنجي مطالبي جو
نتيجو به فوج سان ويڙهه آهي.

ٻنهي صورتن ۾ ته نتيجو ساڳيو ٿو نڪري ۽
جيڪڏهن اوهان جو خيال آهي ته اوهان هٿ ٻڌي
ڪٿي انهن کي واپس موڪلي به ڇڏيو. ته انهن جي

واپس نہ اچڻ جي کھڙي ضمانت آهي ۽ ڪير ٿو ڏئي اها ضمانت.

سوال:- اوهان جيڪڏهن پنجاب جون همدرديون وٺڻ ٿا چاهيو، تہ چا هي بهتر نہ ٿئي ها تہ اوهان ڪنفيڊريشن جي ڳالهہ نہ ڪريو ها ۽ جنهن نموني جتوئي ۱۹۴۰ع واري قرارداد لاهور جي ڳالهہ ڪئي هئي ساڳي ڳالهہ اوهان بہ ڪريو ها، يا اوهان ڪنهن قرارداد جو ذڪر نہ ڪريو ها ۽ رڳو چار ڪاتا مرڪز کي ڏيڻ جي ڳالهہ ڪريو ها. تہ اوهان تي اهڙي نموني آسانيءَ سان ملڪ ٽوڙڻ جو الزام عائد نہ ٿئي ها. منهنجي راءِ ۾ اوهان ساوڳن يا اصطلاح غلط استعمال ڪيو آهي جنهن اوهانجو ڪم مشڪل ڪري ڇڏيو آهي.

ميڱگل:- مان تہ چوان ٿو تہ ڪنفيڊريشن سان ملڪ نہ ٽٽندو.

سوال:- اهو صحيح آ تہ اوهان جو چوڻ اهوئي آهي. پر ڪنفيڊريشن جي اصطلاح کان پوءِ هي چوڻ آسان ٿي ٿو پوي تہ هي ملڪ ٽوڙڻ ٿا چاهين ۽ رڳو نالي ۾ تعلق رکڻ ٿا چاهين ۽ اهو بہ هنن جو بهانو آهي.

پر حقيقت ۾ هو الڳ ٿيڻ ٿا چاهن، پر جيڪڏهن اوهان رڳو ڪاتن جي ڳالهہ ڪريو ها تہ اوهان لاءِ هاڻي کان وڏيڪ همدردي پيدا ٿئي ها. پنجاب اندر

ننڍن صوبن جي شڪايتن سان وڏيڪ همدردي پيدا
ٿي چڪي آهي.
ان جو دائرو اڃان به وڌيڪ ٿي وڃي ها جيڪڏهن
اوهان ڪنفيڊريشن جو لفظ استعمال نه ڪريو ها.
اوهان هيءَ هڪ شعوري غلطي ڪئي آ منهنجي
نظر ۾! جنهن اوهان جي مخالفن کي هٿي ڏني آ ۽
انهن جي ڪم ۾ آساني پيدا ڪئي آ، پنجاب ۾
ڪنفڊريشن جي تصور کي هضم ڪرڻ آسان ناهي.
جيڪي ماڻهو سچيءَ دل سان اهو مڃن ٿا ته چون ٿا
ته ملڪ رهڻ کپي ۽ اوهان جي شڪايتن کي جائز
تسليم ٿا ڪن ۽ سمجهن، انهن آڏو جڏهن ڪنفيڊريشن
جو لفظ ٿو اچي تڏهن اهي به چون ٿا ته يار هي ته
ملڪ کي ٽوڙڻ جي ڳالهه ٿا ڪن ۽ ان سان ملڪ
ٽٽي ويندو ۽ هاڻي ان لاءِ اهڙي طرح ئي طاقتور
نموني پبلسٽي ڪئي وڃي.
دليل بازي ڇپرائجي، رابطي واري مهم ۽ مذاڪرا
ڪرائي ماڻهن کي ٻڌايو ۽ سمجهايو وڃي ته
ڪنفيڊريشن وارن جو اصل مقصد ڇا آهي؟ حالتون
شايد اهڙي وسيع ڪم جي اجازت نه ڏينديون. پوءِ
به شايد ان نظريي کي مقبول ۽ عام بڻائڻ يا هضم
ڪرڻ ايترو آسان نه ٿيندو. ايسٽائين ته پنجاب ۾
ڇيو ويو آهي ته جناب اوهان صحيح معنائن ۾
فيڊريشن قائم نه ڪندا ته پوءِ ڪنفيڊريشن ايندي

۾ آئوٽ- رائيٽ (Out- Right) ڪنفيڊريشن ڪي (Suit) ڪرڻ پنجاب ۾ ممڪن نه آهي.
ان ۾ هنن جي نفسيات به آهي، اوهان مطابق، ته مفاد به متاثر ٿيندا، ڪن حلقن جي خود غرضي به ان ۾ شامل آهي، ڪجهه شعور جي گهٽتائي ۽ معاملن جي حقيقت تائين نه پهچڻ به شامل آهي، ڪجهه هنن جو اڪثريتي صوبو هئڻ، هتي (پنجاب ۾) هڪ خاص قسم جو حب الوطني جو تصور موجود آهي جيڪو هندستان جي ٽڪراءَ ڪري يا ڪشمير جي جهڳڙي ڪري موجود آهي، انهن سڀني محرڪ ۽ عملن جي موجودگيءَ هوندي هتي ڪو ايمانداري سان اوهان کي مطمئن ۽ راضي ڪرڻ جي ڳالهه ڪرڻ به چاهي ته هو ڪنفيڊريشن جي نالي ۾ نه ڪري سگهندو ۽ ايم آر ڊي وارن به انڪري ڪير آهي. فوج جي مداخلت بابت جيڪا راءِ يا نتيجو اوهان ڪڍو ٿا پنجاب ۾ به گهڻن وٽ ساڳيو رويو آ.
هي جيڪو اصغر خان ڏينهن رات پيپلز آرميءَ جي ڳالهه ٿو ڪري ته مقصد ان جو به ساڳيو آ ته هٿيار بند فوج جو تعداد گهٽجي، جيئن خرچ گهٽ اچي، پر هو اها ڳالهه انهن لفظن ۾ نٿا ڪري سگهن. چو ته ڪين به ڊپ آهي ته مٿان ڪو چئي ويهي ته هي بچاءُ ۽ دفاع کي ڪمزور ٿا ڪن حالانڪ هندستان ڪند مٿان چڙهيو ويٺو آهي.

اصغر خان به چوي ٿو ته اسان دفاع کــي ڪمزور ڪرڻ ٿنا چاهيون- پــر پيپلز آرمي (عوامــي فوج) سان اسان طاقتور بــه ٿي وينداسين خرچ بــه گهٽ ٿيندو. هو به اوهان وانگر فوج جي جمهوريت مٿان پوندڙ اثرن کان باخبر آهن- اوهان خود به چئو ٿا ته ڪافي بلوچ اڳواڻ جيڪي اوهان جــي رٿ سان متفق آهن.

اهڙي طرح ڳالهائي ٿنا سگهن جهڙي طرح اوهان ٿا ڳالهايو ته پوءِ پنجابيءَ لاءِ ته اوهان کان به وڏيڪ مشڪلاتون ٿي سگهن ٿيون.

چو ته ڊپ ۽ خوف ڪانسواءِ هن کي راهن ۾ ٻيون بــه ڪيتريــون ئــي رڪاوٽــون آهن، اوهان طرفان ڪنفيڊريشن جي اصطلاح واري ڳالهه جو نقصان هي ٿيو آهي جو جيڪي ماڻهو اوهان جي تڪليفن ۽ شڪايتن سان همدردي به رکندا هوندا، انهن لاءِ به اوهان جي حمايت ڪرڻ ڏکيو ڪم ٿي پيو آهي.

چو ته جيڪڏهن هو ائين ڪن ٿا تــه پوءِ هنن کي ٻيون ڪيتريون ئي ڳالهيون واضح ڪرڻيــون پــون ٿيون ۽ جيڪي ماڻهو سطحي سوچ رکــن ٿا. هنن لاءِ، انهن مٿان هي الزام لڳائڻ آسان ٿيو ٿو وڃي ته هي به ملڪ ٽوڙڻ وارن ۾ شامل ٿــي ويا آهن. هونءَ به اوهان جي رٿــا ۾ ايتريون گهٽ وڌايون آهن جو انجي مڪمل حمايت ڪرڻ ممڪن ناهي-

سينگل:- (ڪجهہ گهڙيون سوچڻ ڪانپوءِ) حقاڻي صاحب دراصل حيقيت هيءَ آهي تہ اسان جا ماڻهو بہ تہ اسان منجهان ڪي اميدون ڪي آسرا ۽ توقعات رکن ٿا.
اسان رڳو پنجاب کي مطمئن ۽ راضي ڪرڻ لاءِ هڪ موقف اختيار ڪري نٿا سگهون، پنجاب جي راضپي لاءِ پنهنجي حقن تان هٿ بہ کڻي نٿا سگهون اسان جي پنهنجي بہ هڪ لابي آهي جنهن کي اسان کي ئي مطمئن ڪرڻو آ.

سوال:- اوهان جي ماڻهن کي اوهان تي ڀروسو يا اعتماد آهي؟ اوهان لاءِ اهو واضح ڪرڻ آسان بہ آهي تہ اسان جو ڪجهہ گهري رهيا آهيون ۽ جنهن بہ نالي سان گهري رهيا آهيون. اهو بلوچستان جي مفاد ۾ آهي ۽ ان ۾ بچاءُ بہ آهن؟

سينگل:- مون هاڻي اوهان کي عرض ڪيو آهي تہ اسان جو نوجوان سمجهي ٿو تہ اسان اڃان بہ گهٽتائي ڪري وڌي آهي، جن ماڻهن کي وڌيڪ تڪليف آهي، انهن کي راضي ۽ مطمئن ڪرڻ لاءِ ڳالهہ بہ چٽي ۽ کري ڪرڻي پوندي آ.
اسان وٽ هتي ناراضگي ۽ تڪليف جو احساس تمام وڌيڪ آهي.
اسان انهن ماڻهن کي تمام ڏکي عرصي تائين ڏلهن ۽ ڪوکلن آسرن ۽ واعدن سان راضي بہ ڪري نٿا

سکھون. اسان جا ماڻھو واقعي ھڪ وڏي عذاب ۾ آھن. انھن جو قومي وجود خطري ۾ آھي.
توھان کي خبر آھي ته سنڌ ۾، سنڌ کان ٻاھر جي ڌارين ماڻھن کي زمينون ملي رھيون آھن، زمينن تي زوري قبضو ٿي رھيو آھي، اصغر خان جي ٿوري ئي زمين سھي پر ڪيس سنڌ ۾ زمين ته مليل آھي.
ان گناھ ۾ اصغر خان شريڪ ته آھي. ھن (اصغر خان) اھي مفاد (زمين) وٺڻ کان انڪار نه ناھي ڪيو جيڪي ان کي حاصل آھن ھن (اصغرخان) ڪڏھن ائين به نه ناھي چيو نه مون کي ھيءَ زمين نه کپي چو ته ھن زمين تي پھريون حق سنڌين جو آھي.
ھن اھا زمين انڪري ورتي آھي جو ھن کي ملي آھي ۽ ھينئر تائين ھو ان زمين جو مالڪ آھي اڄ به جيڪڏھن ڪنھن آفيسر کي، اصغر خان کي، يا ان جي ڪنھن ياءُ يا پٽ کي اھڙي زمين ڏيندا ته ھو انڪار نه ڪندا، پر وٺندا. يعني سنڌ جي زمين تي قبضو ٿي رھيو آھي، زمين سنڌين جي ھٿن مان نڪرندي ٿي وڃي. (ٿي سگھي ٿو ته پيرن ھيٺان به نڪري وڃي). بلوچستان ۾ صنعتون ۽ ڪارخانا لڳي رھيا آھن، اتي ڌاريو (ٻاھريون) مزدور ڏاڍا ڏڍ اچي رھيو آھي، ڌاريو صنعتڪار اچي رھيو آھي، اھو ناھي ته سڀ جا سڀ پنجابي آھن.

پر غير سنڌي ۽ غير بلوچستاني آهن ۽ انهن کي روڪڻ جو اختيار نه سنڌين کي آهي نه بلوچن وٽ آهي.

تنهن جو نتيجو اهو نڪرندو جو پنجن ڏهن سالن کانپوءِ ڏاريو ماڻهو مقامي آباديءَ کان وڌي ويندو. پوءِ ڀالي جي حد تائين چوڻ لاءِ ته سنڌ به هوندي، بلوچستان به هوندو پر سنڌين ۽ بلوچن وارو سنڌ بلوچستان شايد هجي.

سوال:- منهنجي راءِ مطابق ته سياسي لحاظ کان مس بي نظير وڏيڪ عقلمندي جي راهه ورتي آهي. ان چئي ڇڏيو آ ته مان ڪنفيڊريشن واري نعري کي نٿي مڃان. منهنجو ان سان ڪوبه واسطو ناهي. پر اوهان ٿا سمجهو ته تاريخ ۽ جمهوري عمل جي مونجهاري جي سببن جي باري ۾ ان جا خيال اوهان جي خيالن کان ڪافي مختلف آهن. يقينن نه! ٿي سگهي ٿو ته ڪنهن خاص مفهوم جي ڪري هوءَ (بي نظير) اوهان کان به ڪافي سخت ۽ تلخ جذبا رکندي هجي.؟

مينگل:- هئڻ ته کپيس، پوءِ اِها مون کي خبر ناهي ته آخر انهن جذبن هوندي به هوءَ هن ملڪ جي کهڙي ادائن تي قربان ٿي وڃي، جڏهن ته هن کي سندس والد (ذوالفقار علي ڀٽي) کي دفن ڪرڻ به نه ڏنو ويو- مس بي نظير ٿورو مون کي اِهو ته سمجهائي.

سوال:- هيءَ ڪنهن ادا تي قربان وڃڻ جي ڳالهه ناهي، يا ڪنهن اداري کان متاثر هئڻ جي ڳالهه به ناهي. اها هڪ تدبير آهي، اهو هڪ فن آهي فيصلي ڪرڻ جو. منهنجي نظر ۾ هن ڪنفيڊريشن ۾ شامل نه ٿي ڪري دانشمنديءَ جو ثبوت ڏنو آهي.

مينگل:- بي نظير عملي طرح هن نعري ۾ (ڪنفيڊريشن) ۾ شامل ته ناهي ٿي پــر جيڪڏهن سنــدس تعلق پنجاب سان هجي ها ته هوءَ ان جي زبردست مخالفت ڪري ها. پر جيئن ته بي نظير جو پنهنجو بــه هڪ حلقو آهي سنڌ ۾. انڪري هوءَ اسان جي هن نعري جي مخالفت به نــه ڪري سگهندي ۽ ائيـن ڪرڻ کان اڳ هن کي ڏهه ڀيرا سوچڻو پوندو. ان ڪري هوءَ نه ان کي اپنائي ٿي ۽ نه ان جي شديد مخالفت ٿي ڪري.

اهڙي طرح جهڙي طرح اصغر خان ۽ نوابزادو نصرالله ٿو ڪري ڇو ته انهن کي اهو خطرو ناهي ته هنجي پنهنجي حلقي ۾ انهن جي مخالفت يا رد عمل ٿيندو، پر بي نظير کي ته رد عمل جو به خطرو آهي.

اسان کي جيڪڏهن هتان جي سياست ۾ جيڪڏهن رڳو پنجاب کي نظرن ۾ رکڻو هجي ها پوءِ ته ٺيڪ هو جهڙي طرح بزنجو صاحب ٿو ڪري يا ٻيا ڪي ماڻهو ڪري رهيا آهن. پر اسان اڌو رڳـو پنهنجو حلقو آهي.

سوال:- ان حلقي جي آخري مفاد ۾ به هي هو ته جنهن صوبي جي سات کان سواءِ اوهان لاءِ ڪاميابيءَ جو سولو رستو موجود ناهي. ان کي نظر آڏو رکجي؟

مينگل:- مان ڏاڍو خوش ٿيندس جيڪڏهن منهنجا اهي خدشا جيڪي پنجاب سان واسطو رکن ٿا، غلط ثابت ٿين. جيستائين ائين نٿو ٿئي تيستائين اسان پنجاب کي ذهن ۾ رکي ڪو موقف اختيار ڪرڻ جو سوچي به نٿا سگهون.

مان پنجاب جي مجموعي حيثيت جي ڳالهه ٿو ڪريان جنهن ۾ هٿيار بند فوج، سياستدان، بيورو ڪريسي (نوڪر شاهي) دانشور ۽ عوام سڀ شامل آهن جيڪڏهن انهن بابت منهنجا خدشا صحيح ثابت نٿا ٿين ته مون کان وڌيڪ ڪو به ماڻهو خوش نه ٿيندو.

سوال:- منهنجو خيال آهي ته هن وقت اوهان پنهنجي حڪمت عملي طئي ڪرڻ وقت اوهان پنجابي آرمي (فوج) ۽ سياستدان ۾ فرق ۽ ويڇو ضرور رکو. مان اڄ کان ڏهاڪو سال کن اڳ واري پنجابي سياستدان جي ڳالهه نٿو ڪريان.

پر هن وقت پنجابي سياستدان جي سوچ ڏاڍي بدليل آهي مختلف آهي. ان سياستدان هينئر گهڻو ڪجهه سکيو آهي ۽ انهن کي نظر اچڻ لڳو آهي ته هاڻي هي نتيجا نڪرندا. اڄ جيڪڏهن اوهان لاهور ۾

ويهي ڳالهه ڪيو ته اها زبان، اها چوٽي، اها لغت جيڪا اوهان استعمال ڪري رهيا آهيو اوهان کي هتي بہ ملندي. مان ڪراچيءَ ۾ نئو رهان، مان لاهور ۾ رهان ٿو.

مون کي هتي جي فضا جو پورو اندازو آهي. پنجاب ۾ تلخ حقيقتن جو اثر ناهي. پر اڳ جي مقابلي ۾ حالتون مختلف آهن.

اڪبر بگٽي صاحب ٻہ سال اڳ لاهور ويو تڏهن هن چيو ته پنجاب جي نبض هاڻي هلي رهي آهي پوءِ وري هو ٻيهر ويو ۽ هن چيو تہ پنجاب هاڻي سجاڳ ٿي رهيو آهي.؟

سينگل:- پر رفتار (جاڳڻ جي) ڏاڍي سست ۽ ڍري آهي.

سوال:- ٺيڪ آ پر........؟

سينگل:- ڳالهه هيءَ آهي ته هڪ ماڻهو بيمار آهي، اوهان هنجي بيماري جي شروعاتي مرحلن ۾ علاج ڪندا تہ هو جلد ٺيڪ ٿي ويندو پر جيڪڏهن اوهان دير ڪندا ته هنجي بيماري هن لاءِ جان وٺندڙ بڻجي ويندي. ان وقت وري ڪنهن معمولي علاج مان جان نہ ڇٽندي ۽ جلدي اثر ڪندڙ دوا جي ضرورت پوندي.

سوال:- اوهان صاحبن جي خيال ۾ تہ پنجاب سياسي لحاظ کان ڏٽزيل آهي. هن وٽ قيادت ۽ اڳواڻيءَ

جي به گهوٽ آهي ۽ نه صرف ڀائي پر گنڊريل ڪيئن
سالن کان وٺي اها ڪوٽ رهي. هاڻي جيڪڏهن هو
سست رفتاري سان به جاڳڻ شروع ڪري ته اها به
غنيمت سمجهڻ کپي- پر سست رفتاري سان جاڳڻ
جو عمل جاري آهي ۽ موجود آ ان ۾ ڪابه ڪمي
ناهي- مان عرض ٿو ڪريان ته جڏهن بس مون ان
تي لکيو آهي. ان تي مون کي پنجاب مان ڪافي
مثبت قسم جو رد عمل مليو آهي- جيڪو ڪجهه
اوهان ڪري رهيا آهيو سو نيڪ آهي. نهايت ئي
گهٽ ۽ ٿورو تعداد مخالفت ڪندڙن جو آهي.
اوهان جيڪڏهن هن وقت لاهور هليا وڃو ۽ ڪجهه
ڏينهن اتي رهو ته اوهان ايتريقدر متاثر ٿي ايندا جو
اوهان جون سوچون بدلجڻ شروع ٿينديون.
مينگل:- (سوچيندي) سان هڪ ڳالهه اوهان کي ٻڌايان.
مون شروع شروع ۾ هڪ رٿ ڏني هئي. اها رٿ
اهڙي هئي جـــو ان ۾ پنجاب جو سياستدان وڏي
آزمائش ۾ اچي وڃي ها دانشورن ڪانسواءِ ٻيو هي ته
ان تـي عمل ڪيو وڃي هـا ته شايـد اسان واري
هاڻوڪي مقام تي پهچڻ جي نوبت به نه اچي ها.
مون پنهنجن دوستن کي چيو هـــو هتي اچڻ کان
ڪجهه ڏينهن اڳ ته هن ملڪ ۾ ڪنفيڊريشن جي
ڳالهه ته اوهان نٿا ڪري سگهو. جيئن ئي اوهان هيءَ
ڳالهه ڪندا هو چوندا وڃيو ڪنڊ انهن جو مون چيو

ته پوءِ مان ته وچان ٿو چو ته مان هاڻي اوهان جي
ڪم جو نه رهيس. اوهان هڪ ڪم ڪري ٿا سگهو.
اوهان هي چئو ته اسان صوبائي خود مختياري جي
مطالبي تان بلڪل هٽ ٿا ڪئون. اسان کي نتي ڪپي
صوبائي خود مختياري. پنجاب جيتري صوبائي
خود مختياري پاڻ لاءِ رکي ٿو. اوتري اسان کي به
ڏئي. پنجاب جيڪڏهن پنگيءَ جو اختيار ۽ ميونسپلٽي
جو اختيار پاڻ وٽ ٿو رکي ته اسان کي به اهو ڏئي.
پر مرڪز ۾ جيڪو ڪجهه به هجي ان ۾ سڀني جو
هڪجيترو حصو هجي. ان جو فيصلو اوهان پنجاب
تي ڇڏي ڏيو ته هو موڪز وٽ ڇاٿو رکي.
اسان چار پائر آهيون اسان کي مرڪز هڪجيترو
برابر حصو ڏئي. مون پنهنجي دوستن کي چيو اوهان
کي انجو فائدو هي ٿيندو ته اوهان کي ڪير به نه
چئي سگهندو ته اوهان غدار آهيو. ان تي هڪ
دوست چيو ته ان تي وري پنجاب چوندو ته اوهان
اسان کي (Defranchist) ڪري رهيا آهيو. اسان
جي تعداد کي نظر انداز ڪري رهيا آهيو.

سوال:- ها ان تي اهو اعتراض ته ضرور ٿئي ها؟

مينگل:- چيو ويندو ته اوهان ڇهن ڪروڙ ماڻهن کي
پنجويهه لکن جي مقابلي ۾ بيهاري رهيا آهيو. ان
جو جواب اسان هي ڏيندا سين ته پيرٽيءَ جي ڳالهه

۽ اوهان سيکاري آ اسان کـــي اوهان بنگال سان پيرتي کئي حق گهريو.

اڄ اهوئي مطالبو اسين ڪري رهيــا آهيون. اوهان کي شڪ هو ته هنن جي ڏهه سيڪڙو آبادي وڌيڪ آهي تنهنڪري هو اسان مٿان ڇانئجي ويندو. اوهان کي ڏهه سيڪڙو بنگالين جي گهڻائي کــان ڊپ ۽ خوف هو ۽ هاڻي اوهان ته ٻه سو سيڪڙو اسان کان وڌيڪ آهيو ۽ پوءِ ستيهه سالن جو تجربو چويٿو ته جيترو احتياط ڪري سگهجي سو اوهان کان ڪجي ته بهتر آهي. ڳالهه تعداد جي ناهي اصول جي آ.

اوهان پيرٽيءَ جــو فارمولو قبول ڪيو هــو، هاڻي وري قبول ڪريو. مون پنهنجي ساٿين کي چيو ته ان تصور کي مڃائي سگهجي ٿو ۽ اوهان کي ڪير به غدار ڪوٺي نه سگهندو. پر منهنجي دوستن نه مڃيو تڏهن اسان چيو هاڻي وري سياست ڪريو، اسان ته وڃون ٿا ۽ اسان هيڏانهن هليا آياسين. هيءَ تجويز (رٿ) جيڪڏهن اسان پيش ڪريون ها ته سياستدان آزمائش ۾ پئجي وڃن ها.

هاڻي هو چونـــا ته اوهان پيدائشي بدمعاش آهيو ۽ اوهان کي اختيار ڏنوسين ته اوهان ڇڏي هليا ويندا.

سوال:- سردار صاحب! مون اوهان جو ڏاڍو وقت ورتو ڇڏيو پر هڪ ننڍڙي ڳالهه ٻي به ڪرڻ ٿو چاهيان. ان سيمنار جي حوالي سان جيڪو هتي ٿيو هو. هڪ

راءِ هـــي ته آهي ته هـــي جيڪو قـومن ۽
صوبائي حقن جو مسئلو آهي. اهو جيڪڏهن تسليم
ته ڪيو وڃي ته ان ڪانپوءِ انجي ڪهڙي ضمانت
آهي ته صوبن جي اندروني صورتحال جي حوالـــي
سان اتي سماجي انصاف جو بندوبست ڪيو ويندو
۽ عوام جا جيڪي حق آهي. سياسي سماجي معاشي
سي واقعي انهن کي ملندا. ۽ اوهان تائين رهجي نه
ويندا. ”اوهان تائين“ مان منهنجو مقصد آهي اوهانجو
طبقو، اوهانجو ڪلاس، ۽ هي مطالبو جيڪو اوهان
ڪري رهيا آهيو بلوچستان جـو نالـو کڻي يـا
بلوچستان جي محرومي جو نالي کڻي. اصل ۾ اها
اوهانجي پنهنجي محرومي آهي. ۽ اوهان چاهيو ٿا
ته اقتدار ۾ اوهان کي پنهنجي حصيداري ۽ اهميت
حاصل هجي. اها ٿي اوهانکي پنهنجي حصيداري ۽
اهميت حاصل هجي. اها ٿي اوهانکي ملڻ کپي، پر
حقيقت ۾ ته اها ملڻ کپي صوبي کـــي ۽ صوبـــي
جي عوام کي.

بينگل: مون هتي به اهو ٿي چيو هو سيمينار ۾ ته ڏسو
صاحبو اهو جيڪو طبقو آهي جنهن کي اوهان استحصالي
طبقو ٿا چئو سو هميشه ڪنهن ٻئي طبقي جي پناه
۾ تو رهي ۽ جيڪڏهن اسان کي ڪائي پناهه ملي آ
ته اها پناهه به سدائين پنجاب ڪان ملـــي آ. پنجاب
جي معيشت کي ڪو به نقصان نه پهچندو. جيڪڏهن

هتي ڪو سردار حڪومت ڪري ٿو. هتي اثر پوندو ته بلوچستان جي عوام تي پوندو. ائين ٿيو ته ان جو رد عمل به اتي ئي ٿيندو.

بلوچستان جي عوام کي پنهنجون حالتون پاڻ سڌارڻيون پونديون. انهن کي پاڻ ئي فيصلو ڪرڻو پوندو ته انهن کي ڪهڙو نظام گهرجي. هاڻي هن وقت جو اسان چئون ٿا ته پاڪستان ۾ جمهوريت اچڻ کپي. ان تي ته سڀ متفق آهن ته پاڪستان ۾ جمهوريت اچڻ کپي، پاڪستان ۾ ڪهڙي جمهوريت آڻڻ کپي، ظاهر آ ته سرمائيدارن جي جمهوريت ايندي سوشلسٽ جمهوريت ته ڪانه ايندي.

ان ڪانپوءِ ئي هڪ ارتقائي عمل جي نتيجي ۾ سماجي انصاف جو مرحلو ايندو. هاڻي جيڪو بلوچستان آهي ان ۾ ايترو اندروني انتشار با قوت ناهي، اندروني ايترو ٽڪراءُ ناهي، جيترو اوهان وٽ آهي، هتي قبائلي نظام آهي، جهنم ۾ وڃي، قبائلي نظام، ان کي ختم ٿيڻ کپي، پر قبائلي نظام ڪيئن ختم ٿيندو.

هوڏانهن پيٽي صاحب جي جمهوريت ٿي اچي ته خان آف قلات ۽ جام صاحب لسبيلا برسر اقتدار ٿو اچي ضياءُالحق جي جمهوريت ٿي اچي تڏهن به جام صاحب ٿو اچي. ان کان اڳ به اهيئي ماڻهو ۽ اهي ئي سردار ائين آيا آهن. پر جيڪڏهن مون کي يا اسان

کي پنهنجي اقتدار جي بک هجي ها ته مان اوهان
کي يقين سان ٿو چوان ته، ان لاءِ اڄ کان وڌيڪ
ڪوبه موزون وقت نه ايندو.

هنن کي ڪجهه اسان کي ڏيڻو آ، وٺڻو ته ناهي، هنن
کي اسان جي ماضي جا سڀ خراب فائيل ساڙڻا ئي
آهن ۽ اسان کان بغير ڪجهه وٺڻ جي ڪرسي ٿي ته
ڏيڻي آ نه اسان کي، مان ته چوان ٿو ته اقتدار اٽان
جي غريب عوام کي ڏيو، ان لاءِ جيتري ڪوشش
اوهان ڪريو ٿا ڪريو، پر عوام کي اقتدار ڏيڻ ۾
ڪابه ڏانڌلي نه ڪريو، ڪائي گڙ بڙ نه ڪريو، ان
عمل ۾ آءٌ به اوهان سان گڏ آهيان؛ پر جيڪڏهن
اوهان ٻاهران ويهي پنهنجي مرضي ٿا مڙهيو ۽ پنهنجي
پسند جا ماڻهو ٿمي کڻي ٿا اچو ته پوءِ آءٌ مخالفت
ڪندس. ٻاهرين مداخلت سان جيڪو نظام ايندو ان
۾ عوام جي مرضي ۽ راءِ شامل نه هوندي، ماڻهن
کي قبائلي نظام جي باري ۾ ڏاڍي غلط فهمي آهي.
اسان جيڪا اليڪشن کٽي هئي- ۱۹۷۰ع ۾ اها
قبائلي نظام جي ذريعي نه کٽي هئي. اسان خان آف
قلات جي پٽ کي شڪست ڏني هئي ڊاڪٽر
عبدالحئي جي ذريعي. خان آف قلات اتي جو تمام
وڏو سردار آهي.

اسان سندس پٽ کي سندن ئي گهر ۾ شڪست ڏني
ڊاڪٽر عبدالحئي ذريعي جنهن کي ڪوئي سڃاڻندو

به نه هو. اهو اسان جو قبائلي ڏاڪو ۽ اثر نه هو
جناب! هاڻي اوهان وچي ڏسو خان آف قلات جا سيڻي
پٽ ڪٿي آيا آهن. هاڻي مان تـه اتي ناهيان. اسان
هڪ نظريو اتي مقبول بڻايو هو ۽ چونڊ ڪٿي هئي.
هاڻي اسان جي اتان ڪان نڪرڻ بعد اسان تي اهو
الزام هڻي نٿو سگهجي ته اسان قبائلي نظام جـــي
پنڙهه پختي ڪئي هئي يا ان کي مضبوط ڪيو هو.
اوهان سياڻــي حفيظ پيرزادي سان ملي رهيـا آهيو.
اوهان ان ڪان پڇي ڏسو ته ان جي ڏــي صحيح سان
مون کي هيءَ چئي ملي هئي يا نه، ته تون سرداري
سسٽم خلاف اسيمبلي ۾ ڪوبه بل پاس ڪري نٿو
سگهين. اهو توهان ان ڪان پڇي ڏسو- اهو مرڪزي
حڪومت جو باقاعده حڪم هو.

سوال:- پٽي صاحب جي حڪومت جي حڪمن ۽ فيصلن
کي مان وچهر آئڻ نٿو گهران- مان اصولي ڳالهه ٿو
ڪريان نه قومينن جي حقن وارو نعرو ڪنهن حدتائين
سماجي انصاف سان هڪجهڙائي رکي ٿو؟

مينگل:- مان اوهان کي ٻڌايان ٿو ته پٺو دور حڪومت
۾ اسانکي ڪهڙا حڪم مليا.

سوال:- اوهان جي ڳالهه ته منهنجي راءِ جـي تائيد تــي
ڪري ته پٺو به جيمن ته ان طبقي جو هو تنهنڪري
هن سرداري نظام کي تحفظ ڏنو اهو سا ڳيو ڪجهه
سردار ڪندا؟

مينگل:- نه اها ڳالهه ناهي، ان جــي دور ۾ عوام جــي مرضي شامل نه هئي، نه ته جيڪر هو اهــو حڪم ڏئي نه سگهي ها. اهوئي ته مان ٿو چوان ته اهڙي ڪابه اسيمبلي يا مرڪز هئڻ نه کپي، جيڪو مٿان ويهي حڪم هلائي ۽ اهو چئي سگهي ته هــي اسان جو اختيار آهي ۽ توهان يا هو اهو ڪري نٿو سگهي. هاڻي مان سردار هــوس. مان ئــي سرداري ۾ خــلاف بل آڻڻ وارو هوس ته ان کي ختم ڪريو. ڇو تــه منهنجو هڪ حلقو هو جنهن کــي مون کي مطمئن ڪرڻو هو. ڇو ته مون کي سياڻي وري به انهن وٽ ووٽ لاءِ وڃڻو هو. انگريز مان اهو بل آڻي رهيو هوس، ان لاءِ نــه تــه مون کي پنهنجــو مفاد عزيز هو.

سوال:- سوال رڳو اوهان جي ذات جو ناهي سوال تــه سڄي ملڪ جو آ. پنجاب، سنڌ، سرحد جو. جيڪڏهن جدوجهد جو مقصد هي هجي ته طبقاتي مفاد ان جو بنياد هجي، ته نتيجو انصاف جــي صورت ۾ نڪرڻ جي اميد ڪري سگهجي ٿي.

جيئن ڇيو ٿــو وڃي تــه بنگال الڳ ٿيو پــر اتي جي عوام کي ڪجهه به نصيب نــه ٿيو. اتي هڪ نئون طبقو، هڪ نئون مڊل ڪلاس وجود ۾ اچي ويو جڏهن ته شڪايت عوام جي ناليِ ۾ ڪئي پئي وئي. بنگلاديش جــو غريب عوام اڄ به تيئن ئــي

غريب آهي جيئن پاڪستان جي دور ۾ هو.

**مينگل:-** جيڪڏهن پروگريسو قوتون سمجهن ٿيون ته اسان جي جدوجهد جو رخ درست ناهي ته هو اسان جي رهنمائي ڪن، پوءِ سياڻي قيادت انهن جي هٿ ۾ هوندي پر جيڪڏهن اهي ترقي پسند قوتون، قوم پرستيءَ وارين تحريڪن جي راهه ۾ رڪاوٽ بڻجن ٿيون، يا ٽڪراءُ ۾ اچن ٿيون ته نقصان ڪنهن جو ٿيندو؟ مان جيڪڏهن هارايان ٿو، يا جيڪڏهن ترقي پسند هار ٿو ڪائي ته ٻنهي صورتن ۾ فاعدو (Status qus) جي حامين کي ٿيندو اهي ترقي پسند منهنجي ٽڪراءُ ۾ ڇو ٿا اچن، اڳتي وڌن، قيادت ڪن، اسان انهن کي ڪڏهن روڪيو آهي.

**سوال:-** هو چون ٿا ته اوهان هن وقت جيڪي مطالبا ڪري رهيا آهيو، جيڪڏهن اهي مڃيا وڃن ٿا ته پوءِ اوهان ۽ اوهان وارو طبقو وڌيڪ طاقتور ۽ مستحڪم ٿي ويندو ۽ سماجي انصاف لاءِ ڪم ڪرڻ اڃان به وڌيڪ ڏکيو ٿي پوندو؟

مينگل:- مون کڏهن چيو آهي ته اوهان جيڪڏهن اسان وٽ اچو ته پنهنجو سماجي، معاشي ۽ سياسي پروگرام چڏي اچو، اوهان اهو به ڪٿي اچو ۽ ان لاءِ عامراه کي هموار ڪريو، پر منهنجي مخالفت ڪري موجوده نظام کي هٿي ته نه ڏيو. جيڪو نه اوهان جي حق ۾ آهي ۽ نه منهنجي حق ۾ آهي.

اسان ان ئي هڪ نقطي تي انهن جو ساٿ ٿا چاهيون. جڏهن قومي حق ملن ته پوءِ هو عوام کي گڏ ڪٺي اڳتي وڌن ۽ ان وقت ئي هو عوام آڏو وڃڻ جي پوزيشن ۾ هوندا. ماڻهن ۾ انهن لاءِ چڱائي وارو جذبو پيدا ٿيندو. انصاف جي جدوجهد جو مرحلو ته ايندو. اڄ جيڪڏهن هو مون سان گڏجي هلن ٿا ته ماڻهن کي انهن جي پروگرام جي پروڙ پوندي، مان خود انهن جو تعارف ماڻهن سان ڪرائيندس، مان انهن کي نندينڊس نه، پر هٿئون اڻين چوندس ته قومي جدوجهد ۾ هي منهنجو ساٿي هو، پر جيڪڏهن هو اڄ منهنجو ساٿ نٿو ڏئي ته پوءِ مان قوميت جي جذبن کي هنن خلاف به استعمال ڪندي نه ڊچندس- هي (قومي جذبو ايترو ڪمزور ناهي) پر جيڪڏهن هو منهنجو ساٿ ڏي ته اسان هڪٻئي کي وڌيڪ

مضبوط ۽ طاقتور بڻائيندا سين.

سوال:- اسان ايندڙ امڪانن جي باري ۾ ۽ مشڪلاتن جي باري ۾ ڪافي بحث ڪيو آهي. هي ٻڌايو ته مستقبل جي حوالي سان عملن اوهان جا انديشا، امڪان ۽ اميدون ڪهڙيون آهن ۽ اوهان جي خيال ۾ ڇا ٿيندو؟

هينگل:- هر ماڻهو جي سوچ جو هڪ اندازو هوندو آهي، جيڪا عينڪ هو اکين تي چاڙهيندو آ ان ذريعي هو سيڪجهه ڏسندو آهي، مان حالتن کي جنهن نظر سان ڏسان ٿو اوهان ڀلي انکي خوشفهميءَ جو نالو ڏيو يا غلط فهميءَ جو. مونکي ائين ٿو لڳي ته هي ملڪ ٽٽندو، ڇو ته هن ملڪ کي قائم رکڻ جي طاقت جنهن جي هٿن ۾ آهي، نه هن کي ان طاقت جو اندازو آهي، نه انکي استعمال ڪرڻ جو ڏانءُ يا طريقو اچي ٿو. اهڙي به شيون آهن جن جي ڪري مونکي هي ملڪ ٽٽندو نظر ٿو اچي، معجزا ته دنيا ۾ ٿيندا رهندا آهن. پاڪستان به معجزن جو ملڪ آهي، تنهنڪري معجزن کي هڪ طرف رکي جيڪڏهن سچائيءَ سان جانچي ڏسو ته بچڻ جي ڪابه صورت نظر نٿي اچي.

ها باقي جيترو عرصو هي رهندو اوترو عرصو ساڳيءَ تڪليف واري حالت ۾ رهندو. ان ڪانسواءِ مونکي ڪابہ صورت نظر نٿي اچي، ڇو تہ هن ملڪ ۾ نہ تہ ڪڏهن سچي ۽ حقيقي جمهوريت اچڻي آهــي ۽ نہ ئــي وري ڪا اهڙي طاقت موجود آهــي جيڪا فوج کي هميشہ هميشہ لاءِ بيرڪن ۾ واپس موڪلي سگهي. جيڪڏهن اوهان چئو تہ هڪ قرارداد پــاس ڪري فوج کي اقتدار کان الڳ ڪري ڇڏينداسين تہ پوءِ اوهان جو خيال غلط آهي.

هڪ ٻــي شي وري بہ ٿــي سگهي ٿي ۽ اهي آهن بين الاقوامي حالتون، جيڪي نہ اوهان جــي وس ۾ آهن ۽ نہ ئي وري اسان جي وس ۾ آهن.

بين الاقوامي طاقتن ۾ قوتن کي پنهنجون ڳهرجون ۽ مفاد هوندا آهن اتان ڪا اهڙي تحريڪ ايري ٿي ۽ هن کي انجي ضرورت پوي ٿي تہ هيٺن ڪجي يــا هونءَ ڪجي تہ اها هڪ ٻي ڳالهہ آهي. ان لاءِ ڪابہ اڳواٽ اڳڪٿي ڪري نٿي سگهجي. ٿي سگهي ٿو تہ ڪنهن وقت چند بين الاقوامي طاقتون محسوس ڪن تہ هن ملڪ ۾ جمهوريت ضروري آهي ۽ اهي پنهنجي

ڪنهن عمل جي ذريعي اهڙيون حالتون پيدا ڪري وجهن، پر ائين ڪرڻ سان جيڪا اٿل پٿل ايندي انجا نتيجا ايتريقدر ته پيانڪ نڪرندا جنهنجو اندازو ڪرڻ به مشڪل آهي ۽ ڪيتري تباهي ٿيندي ان لاءِ سوچي به نٿو سگهجي، پر ٿي سگهي ٿو ته اهڙي قسم جون حالتون پيدا ٿي وڃن.

(هتي مينگل صاحب علاقائي ۽ عالمي صورتحال جي پس منظر ۾ پاڪستان جي حال ۽ مستقبل بابت آف دي رڪارڊ ڳالهايو ۽ ٽيپ رڪارڊ بند ڪرايو).

مان هڪ بلوچ جي حيثيت سان اهــو نٿو ڪري سگهان جو روس کي ناراض ڪريان. اهـا عياشي ته پاڪستاني حڪمران ئي ڪري سگهن ٿا. مون جهڙو غريب اهڙي قسم جي عياشي نٿو ڪري سگهي جو دريا جي ڪناري ريهي واڳون سان وير وجهي.

اها منهنجي وس جـــي ڳالهه ناهــي، بين‌الاقــوامي حالتون ڪهڙو پلٽو ٿيون کائن.

مان هن وقت ان بابت ڪجهه به چئي نٿو سگهان. اندروني طور ته ڪابه روشني نظر نٿي اچي- ڪوبه ڪرڻو روشن ناهي.

ارشاد حقاني:- سردار صاحب هن ڊگهي انٽرويو لاءِ مهرباني.

عطاءالله مينگل:- اوهانجي مهرباني.



هي ڪتاب ڀٽوجو احمد بخش لطيفي، اجرڪ اشاعت گهر طرفان "ذرتي پرنٽنگ پريس" ڪراچي مان ڇپائي، ڪمرو نمبر ٤٩، شاهه لطيف هاسٽل مهراڻ يونيورسٽي مان پڌرو ڪيو.

○

اهي ماڻهو دعويٰ ڪن ته عوام ۾ پنهنجي صوبي جي اڳواڻي ۽ نمائندگي اهي ٿا ڪن ۽ چون ته اهو جيڪو اسان لاءِ چيو ٿو وڃي ۽ اسان جيڪو گس ورتو آهي. اهو بلوچ مفادن جي خلاف آهي ته اها ڳالهه غلط آهي ۽ اسان به اهڙي طرح بلوچ آهيون جهڙي طرح عطاءُالله مينگل يا ان جا حامي آهن ۽ اسان ڪي ووٽ ڏيندڙ به بلوچ آهن ۽ اهــي ماڻهو ايترا انــڌا ناهن جو هو سنــدن مفادن سان غداري ڪندڙن کي ووٽ ڏيــن ۽ سردار صاحب کي اهــو ڪنهن حق ڏنو آهي جو اِهو دعويٰ ٿو ڪري ته هو ٻين کان وڌيڪ بلــوچ مفادن جو وفادار آهــي. جيڪڏهن اهڙي قسم جو دليل اوهان جــي مخالفن طرفان پيش ڪيو وڃي ته اوهان وٽ انجو ڪهڙو جواب هوندو ؟

مينگل:- ڏسو، حقانــي صاحب! جيستائين پــاڪستان ۾ اهڙيون حالتون رهن ٿيون، جيڪي اڄ موجود آهن. ته نه رڳو هي ته مون وٽ انهن جـو ڪوبه جواب موجود ناهي پر ان جي ابتڙ مان اِهــو چوندس ته انهن جي دعويٰ عملي طــور صحيح آهــي جيستائين

○

مان ان قابل نہ ٿي وڃان جو مان انجو ڪو توڙ پيش ڪري سگھان يا ثابت ڪري سگھان تہ اهي غلط آهن- هون تہ مان عرض ڪندس تہ اهڙي قسم جا ماڻهو ٻن قسمن جي زبان ڄاڻن ٿا هڪ ڏوڪڙن جي ٻيو ڏاڍ جي- پئسن جي زبان تہ اِتي بہ موجود آهي جن جي اهي خدمت ڪن ٿا. اهي ماڻهو سدائين اتي رهيا آهن جتي ڏوڪڙ پئسو هجي ۽ انهن جا مفاد پورا ٿيندا رهن. ڏوڪڙن واري زبان نہ اسان وٽ آهي ۽ نہ ٿي انهن ڪي ان بابت اسان وٽان ڪجهہ حاصل ٿي ٿو سگھي. تنهنڪري انهن کي اسان ڏانهن اچڻ جو ڪو امڪان موجود ناهي. ۽ هن وقت تہ ڏاڍ جي زبان ۽ ڏاڍ جو دليل بہ انهن وٽ موجود آهي جن جي اهي خدمت ڪري رهيا آهن. پر اسان کي وڏو يقين آهي تہ هڪ نہ هڪ ڏينهن ڏاڍ جي زبان يا دليل ان ٽولي وٽان ڦرجي عوام وٽ ايندو ۽ جنهن ڏينهن اِئين ٿيو ڏاڍ جي زبان ماڻهن کي منتقل ٿي وئي. ان ڏينهن سڀ ڪان ڀيرين اهو نعرو جيڪو اڄ اسان هتي رهيا آهيون انهن ماڻهن جي زبان ذريعي انهن تائين پهچندو

اسان جو ايندڙ ڪتاب

# سنڌ جي دانشور ۽ تاريخدان

# ڊاڪٽر حميده کهڙو

جون تقريرون

سيڪريٽري

# اجرڪ اشاعت گهر

سنڌ يونيورسٽي

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين " اُداس نسلين" نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ "لُڙهندڙ نسُل" نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، چُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪندڙ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان "پڙهندڙ" نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪـو بـہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعويٰ ڪري ٿـو تـہ پَـڪَ ڄاڻو تـہ اُهو ڪُـوڙو آهي. نہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪـڏهن ڪـو اهـڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻـن جا پَـنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ٻَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بـہ ٿـي سگهن ٿا. ٻيـن لفظن ۾ پَـنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نـہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تـہ پَـنَ جا سڀ ڪَـم ڪـار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪـن آهي تـہ ڪي ڪـم اُجرتـي بنيـادن تـي بـہ ٿِيـن. اهـڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻَ هِڪَٻِئي جي مـدد ڪَـرڻ جـي اُصـولَ هيـٺ ڏي وَٺُ ڪنـدا ۽ غيرتجـارتي non-commercial رهنـدا. پَنَـن پـاران ڪتـابن ڪـي ڊِجيِٽـائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪـو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪـرڻ جي ڪـوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن ڪي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ کان پـو ٻيـو اهـم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مـان جيڪـڏهن ڪـو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَـن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سِيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جڳَ ۾، هو بوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ-

اِن حسابَ سان اُٽڪاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اٽڪجاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽل گهرج necessity unavoidable سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

**توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها تُوڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.**

وڻ وڻ کي مون ڀاڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)